# خيال خاطر

(مضمونن جو مجموعو)

مصنف

محمد اسماعيل عرساڻي



سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

# خيال خاطر

(مضمونن جو مجموعو)

مصنف

**محمد اسماعيل عرساڻي**



سنڌي ادبي بورڊ
پوسٽ باڪس 12
حيدرآباد سنڌ

نئين ڇاپي جو پهريون ايڊيشن 1979ع ڪاپيون 3000



قيمت: 5.00 رپيا
[Price: Rs. 5.00]

KHAYAAL-I-KHATIR: (The mind has ideas)
A collection of essays.
**Written by:** Mohammed Ismail Ursani.
**Published by:** Sindhi Adabi Board,
**P. O. Box 12**
Hyderabad Sind Pakistan,
**1st Edition: 1950 & This new Edition: 1979.**

# فهرست

هن ڪتاب جا شروعاتي 4 صفحا، ڪور ۽ رائيپر سنڌي ادبي بورڊ
پريس ۾ ڇپيو ۽ باقي مواد ص نمبر 1 کان ص نمبر 126 تائين
الحسين پرنٽرس حيدرآباد ۾ ڇپيو ۽ ظفرحسن سيڪريٽري
سنڌي ادبي بورڊ ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# گفتگو

نطق يا گويائي اها صفت آهي، جا انسان ۽ ٻين حيوانن ۾ فرق ڏيکاري ٿي. هونءَ ته پنج حواس ظاهري ۽ باطني پنهنجي پنهنجي جاءِ تي نهايت ضروري آهن ۽ انهن مان ڪنهن به هڪ جو نه هجڻ خدا پاڪ جي وڏيءَ نعمت کان محروم رهڻ آهي، مگر "ڳالهائڻ جي قوت" کي سڀ کان گهڻي اهميت آهي. اسين ڏسي رهيا آهيون ته ادنيٰ کان ادنيٰ مخلوقات کان وٺي، اعليٰ کان اعليٰ مخلوقات کي مختلف درجا عطا ڪيا ويا آهن، ليڪن سواءِ انسان جي ٻين سڀني شين کي ڳالهائڻ کان محروم رکيو ويو آهي. جڏهن اسين انهيءَ نڪتي تي غور ڪريون ٿا، تڏهن اسان کي ڪائنات جي خالق جي حسن تدبير جو قائل ٿيڻو پوي ٿو.

اگرچ ڪن حيوانن کي سندن ماحول جي نباتي يا قوت حاصل ڪرڻ جي سهوليت لاءِ مختلف حواسن جي زياده قوت بخشي وئي آهي. مثلاً ماڪوڙين کي سونگهڻ جي قوت، جهرڪين کي ڏسڻ جي قوت، ننڍين ننڍين گلن جي رس چوسڻ وارن جيون کي ڇهڻ ۽ سونگهڻ جون ٻئي طاقتون وڌيڪ مليون آهن، ليڪن اشرف المخلوقات

جي نالي سان سڏجڻ واري مخلوق کي الله تعاليٰ اهو گوارا نہ ڪيو تہ ٻين باقي جاندار مخلوقات کان ڪمتر يا مساوي درجي تي رکيو وڃي. جنهن صورت ۾ انسان جو مرتبو فرشتن کان بہ بالاتر قرار ڏنو ويو هو ۽ هن کي خاص پنهنجي وحدانيت جو پيغام ڏئي، هن دنيا ۾ موڪليو ويو هو، تڏهن الله تعاليٰ کي منظور نہ هو تہ سندس پاڪ پيغمبر پنهنجي قلبي واردات، خيالات، جذبات ۽ ذهني ڪيفيتن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ جانورن وانگر عضون کي حرڪت ڏين يا ڪنڌ لوڏڻ ۽ اشارن ڏيڻ مان ڪم وٺن.

ٿورو غور ڪرڻ گهرجي تہ اڄ جيڪڏهين نسل انساني قوت گويائيءَ کان محروم هجي ها ۽ ٻين حيوانن وانگر، چند مخصوص آوازن کان سواءِ هن وٽ پنهنجو مقصد ٻڌائڻ جو ڪوبہ ذريعو نہ هجي ها تہ پوءِ ڪهڙو عجب آهي، جو انسان بہ ٻين جانورن وانگر ارتقائي منزلن جي اڃا پهرين ڏاڪي تي هجي ها ۽ ٻي سڄي دنيا جو نظارو ڏسندڙ ملائڪ، اسان جي نسبت بہ اهوئي انڪشاف ۽ اهي ئي نظريا پيش ڪن ها، جي اڄ اسين ٻي مخلوقات جي متعلق پيش ڪري رهيا آهيون. اهو انهي ئي قوت گويائيءَ جو ڪرشمو آهي، جنهن انساني ارتقاءَ جا دلفريب نظارا پيش ڪيا آهن. اڄ جيڪڏهن اسين انهيءَ کان محروم هجون ها تہ اسان جون سڀ ترقيون، صدين بلڪ هزارين ورهين کان اوائلي تاريخ،

مذهب، ملت، سائنس ۽ سڀ مادي عروج نيستيءَ جي تري ۾ هجن ها ۽ اسين ٻه گوريلن جهڙي انساني مخلوق ۾ شمار ڪيا وڃون ها. هن تمهيد مان منهنجو مقصد اهو ناهي ته پڙهڻ وارا سمجهن ته مون ڪي اڳتي هلي قوت گويائيءَ متعلق ڪا نئين ٿيئري پيش ڪرڻي آهي. بلڪ هن تحرير مان منهنجو مقصد صرف اهو آهي ته هن مضمون ڪي پڙهڻ وارن مٿان ايترو واضع ٿئي ته قوت گويائي انسان لاءِ ڪيتري وڏي نعمت آهي. ان کان پوءِ مان اهو ثابت ڪرڻ گهران ٿو ته هن نعمت کي اسين ڪيتري قدر جائز طور استعمال ڪريون ٿا. اهو پڻ ٻڌائڻ مقصد اٿم ته مختلف ماحول ۾ پليل، جدا جدا عمرين جا انسان هن بي نظير قوت کي، ڪهڙن نه عجيب غريب موضوعن لاءِ صرف ڪندا آهن.

سڀ کان پهرين ڳالهه ٻوله، جو اهو رخ جنهنجو ذڪر ابتدائي سٽن ۾ ڪيو ويو آهي، سو اهو آهي ته نطق جي بخشش مان فطرت جي منشا صرف اها هئي ته انسان ان جي ذريعي فطرت جي بي شمار صفتن کي ساراهي ۽ الاهي احڪامن جي پيروائي ڪري. بني نوع انسان کي حلم ۽ خلق سيکاريو وڃي ۽ هڪٻئي ۾، اتحاد ۽ محبت کي گويائيءَ جي گرهه سان مضبوط ڪيو وڃي، يعني ته محبت جا سر چشما جاري ٿين ۽ ٻين جي جذبات جو احترام ڪيو وڃي، پنهنجا خيال ۽ احساس ٻئي تائين پهچائڻ ۽ ان کي موثر طريقن سان پيش

ڪرڻ لاءِ اهوئي نطق جو آواز استعمال ڪيو وڃي ۽
انسان گونگي طريقي سان مثلاً هٿ ڪٽڻ، نڪ ڪان
آواز ڪڍڻ، ڪن ڏيئا ڪري ٻڌڻ يا اکين مرڪائڻ
سان خوشي، افسوس، درد، تڪليف ۽ جوش جذبي جو
اظهار نہ ڪري. مگر افسوس آهي جو هن لطيف قوت
کي انسان بيجا جوش ۽ جذبي طور استعمال ڪري
رهيو آهي. هڪ ٻہ دفعا نہ پر سوين بلڪ هزارين دفعا هن
اڙٻنگ انسان ڪنهن قدرت جي احڪام جو انڪار
ڪيو هوندو، ڪنهن بيجا غرور وچان طاقت جي گهمنڊ
۾ اچي "انا ربڪم الاعليٰ" جي دعويٰ ڪئي هوندي،
ڪڏهن ڪنهن بزرگ کي تهمت لڳائي قيد ڪرايو
هوندو، ڪنهن کي آيت "لم يلد و لم يولد" جي خلاف
خدا جو پٽ بنايو هوندو، ڪنهن رسول تي سب و ستم جا
تير وسايا هوندا، ڪنهن ملت جي اڪابرن تي تبرا
ڪئي وئي هوندي، غرض تہ جو ڪجهہ نہ ڪرڻ
کپندو هو، سو سڀڪجهہ ڪيو ويو هوندو ۽ جو نہ
چوڻ کپندو هو، سو سڀڪجهہ ڪيو ويو هوندو. بجاءِ
ان جي ڳالهائڻ جي قوت کي خداوند تعاليٰ جي حمد ثنا
سان فيضياب ڪجي ها، انسان ان کي اجائي بدزبانيءَ
سان گندو ۽ ڪثيف ڪري ڇڏيو هوندو. ڪوڙ ۽ نڳي
جا هزارين داستان بيان. ڪيا هوندائين، شرڪ ۽ ڪفر
جي دفترن جا دفتر مرتب ڪيا هوندائين ۽ غالباً
قيامت تائين ڪندو رهندو.

متي جيڪي ٻه لکيو ويو آهي، اهو صرف طاقت گويائيءَ جو اجمالي تفسير هو. هاڻي ڏسڻو آهي ته اسين پنهنجي روزانه زندگيءَ ۾ هن قوت کي ڪهڙن ڪهڙين موضوعن ۾ صرف ڪريون ٿا.

اڄ ته ڀريائين انهن جي گفتگو ٻڌون، جي سڀ کان وڏيڪ ذمه دار هستيون سڏجن ٿيون. وڏين وڏين هستين کان وٺي ادنيٰ ۾ ادنيٰ ڪلارڪ تائين سندن گفتگو جو موضوع يا ته ڪنهن نه ڪنهن جي بدليءَ يا مقرريءَ جي متعلق هوندو يا پنهنجي جعل سازين ۽ ڏاڍاين جو فخر سان ذڪر ڪندا هوندا. زياده ۾ زياده ته لکپڙه جي ترت فيصلن متعلق پنهنجي قابليت جو اظهار ڪندا هوندا. پر جيڪڏهين اهي ڳالهيون نه هونديون ته ڪم از ڪم پنهنجي بالادستن يا زيردستن جي شڪايت ته ضرور هوندي يا ڪنهن نه ڪنهن جي خوش نصيبيءَ تي حسد جو اظهار هوندو. وري جيڪڏهن ٻه قومي ليڊر گڏيا ته گورنمينٽ تي نڪته چيني ڪندا نظر ايندا يا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ جون ڪارگذاريون بيان ڪندا هوندا. جيڪڏهن اهو نه هوندو ته ڪم از ڪم هندو مسلم فسادن جو ذڪر هوندو. مطلب ته ڪنهن نه ڪنهن کي گارين جو وسڪارو ضرور هوندو ئي هوندو. ڪٿي مسلم ليگ تي ماتم ته ڪٿي مهاسڀا جي ذهنيت جو روئڻو، ته ڪنهن هندو مسلم اتحاد جون اسڪيمون، ته ڪڏهن جپان کي باٿڪات جو مسودو تيار پيو

ٿيندو، ته ڪڏهن بنگال جي وزارت تي بي اعتماديءَ جو ووٽ پاس ڪرڻ جون رٿون هونديون. جيڪڏهن ڪي واپاري پاڻ ۾ گڏيا ته اڪثر تجارت جي متعلق گفتگو هوندي. بازار جي اگهن جي گهٽ وڌ ٿيڻ جو تذڪرو هوندو يا ڪراچي، ڪلڪتي ۽ بمبئي جي نرخن تي گفتگو هوندي. جيڪڏهن ڪي وڪيل يا بئريسٽر پاڻ ۾ اچي سلهٽ ٿيا ته فقط پنهنجي اصيل ڪي ڦاسائڻ بابت ياگذشته ڪارناما بيان ڪندا يا مقدمي کٽڻ جون ڳالهيون ٻوليون هونديون يا ڪيسن جي خوفناڪ صورت پيش ڪري ڳريون فيون وصول ڪرڻ جون تدبيرون هونديون.

ماشاءالله جيڪڏهن ڪنهن اسڪول يا ڪاليج جا ٻه ماستر يا ليڪچرار گڏيا ته ڊپارٽمينٽ جي چنڊ ڇاڻ هوندي. تعليم ۾ ٿيندڙ ڦيرين ڦارين تي تبادلہ خيالات هوندو، يا وري پنهنجي وقتي تقريرن ۾ شيڪسپيئر، ملٽن ۽ شبليءَ جي ڪلام تي تنقيدون هونديون. جيڪڏهين مشرقي پروفيسر هوندا ته وري سعدي، حافظ رومي، غالب، مير، ذوق ۽ اقبال مان ڳالهه ڳالهه ۾ مثال پيش ڪندا هوندا. مشرقي ٻولين جي ڪسمپرسيءَ تي روج راڙو هوندو يا هيڊ ماستر ۽ پرنسيپال جي تعصب جا داستان هوندا. اهڙيءَ طرح ڪي نه ڪي دل جا بخار ڪيڏندا هوندا. اسڪول ۽ ڪاليج جي شاگردن جي گفتگوءَ جو حاصل مطلب وري استادن جي غيبت،

پنهنجيون بدتميزون ۽ شرارتون هونديون، جي ائين نہ هوندو تہ وري ٿيئٽر، سئنيما، ۽ ٽورناميٽ يا ٻين کيلن جون خوبيون، خرابيون ۽ پليئرن جي ڪارنامن تي چيڙ چاڙ هوندي. اهي آهن چند گفتگوءَ جا نمونا، جي نئين تهذيب جي علمبردارن ۽ نئين روشنيءَ جي دلدادن جو دستور ٿي چڪو آهي.

هاڻي اچو تہ انهيءَ ذميدار ٽوليءَ کي ڇڏي، چند منٽ وري هڪ ٻئي گروه سان بسر ڪريون ۽ انهن جي "لن ترانين" جو لطف وٺون، جي هيئنر چراغ سحري ٿي چڪا آهن ۽ جن جي قوت ڪمزور ٿي چڪي آهي. اهو گروه انهن ڪراڙن جو آهي، جي نوجوانن جون جولانيون، چابڪدستيون ۽ خوش فعليون ڏسي دل جو دل ۾ پيچ تاب کائيندا رهن ٿا. ڪڏهن ڪڏهن وقتي جذبي جي جوش کان طبيعت ۾ امنگون پيدا ڪن ٿا، مگر ان پر تنئل پکيءَ وانگر کي گهڙيون بي سود ڪوشش ڪرڻ وري بس ٿي وڃن ٿا. اهڙن ماڻهن جي گفتگو جو مطلب ڇا هوندو؟ سو ڪنهن حد تائين تہ بلڪل ظاهر آهي. ڪڏهن نئين زماني جي شڪايت هوندي، تہ ڪڏهن پراڻي زماني جون خوبيون زبان تي هونديون ۽ هر ڪنهن نئين شيءِ ۽ ايجاد مان ڪو نہ ڪو عيب ڪڍڻ لازمي هوندو. نوجوانن تي روئڻ، هنن جي لباس تي اعتراض، معاشري تي نڪتہچيني، اخلاق ۽ عادت تي آگر سجڻ ۽ هنن جي بي راه رويءَ

جي شڪايت ته هوندي ئي هوندي. ڪڏهن هنن جي اجائي خرچ جي گلا ته ڪڏهن وڏن جي فرمانبرداريءَ جو روج راڙو ضرور هوندو. گهڻو ڪري پنهنجي زندگيءَ جي هر قدم تي نوڪرون ڪائڻ جا داستان ۽ زندگيءَ جي تلخ آزمودن مان ڪڏهن ٿورو ڪڏهن گهڻو بيان ڪندا ئي ڪندا هوندا. هر شخص مان اهائي اميد رکندا هوندا ته هو اسان جي اصولن ۽ تجربن کي ئي پنهنجو لائحه عمل بنائين. گويا هو ائين ٿا سمجهن ته هي زمانو به ستر سال اڳي وارو ساڳيو زمانو آهي ۽ حالات ذرو به بدليا نه آهن. هر هڪ عاقل ۽ دانا هنن جي اڳيان طفل مڪتب آهي. هو سمجهن ٿا ته اسان جي معلومات چڻ ته هڪڙو زنده انسائيڪلوپيڊيا آهي.

پوڙهن کي ڇڏي اچو ته صنف نازڪ جي گفتگو مان ڪجهه حظ حاصل ڪريون ۽ هن چمن جي گلن کي به سونگهي ڏسون ۽ دماغ کي طراوت پهچايون. مگر انهن ۾ ڏسبو ته اسان کي مختلف رنگن ۽ خشبوءِن جا گل ملندا. هڪڙا اهي جي پنهنجي آخري دور کي اچي پهتا آهن ۽ زماني جي گرم سرد ذائقن چکڻ بعد هاڻي صرف ٻين کي تلقين يا ارشاد ۽ نصيحت ڪندا هوندا. ڏسڻ ۾ ايندو ته هو اڪثر پنهنجي پٽن جي زن مريديءَ جي شڪايت ڪندڙ يا وري پنهنجي نائين جي ارڏاين، رشتيدارن جي اڻنگاين جا داستان ۽ پنهنجي بيڪسيءَ ۽ مظلوميءَ جا پرآشوب قصا بيان ڪندا

هوندا. پيو ڪجهه به نه هوندو ته به ڪم از ڪم پراڻي رسم ۽ رواج جي، ميڻجي وچڻ ڏي ماتم ضرور ڪندا هوندا.

انهن ڪي چڱي وري ڪلمل ڳالن ڏانهن نظر ڪبي، ته ڏسڻ ۾ ايندو ته اهي وري هڪ قسم جون اهڙيون هستيون آهن، جي جوانيءَ جي بهار ڏسي چڪيون هونديون. پنهنجي حسن جي زوال ۽ پين جي اپڙندڙ شباب کي ڏسي دل ۾ پوسرنديون هونديون. انهن جي گفتگوءَ جو موضوع ڪڏهن پارن ٻچن جو قصو، ته ڪڏهن مڙس جي بي التفاتيءَ تي ڏک، ته ڪڏهن سس نڻان جي برتاءَ جي شڪايت هوندي، زيورن تي چميگوئيون هونديون، ڪنهن جي اٿڻ ويهڻ ۽ هلڻ تي نڪته چيني هوندي، ته وري ڪڏهن ڪنهن جي نيڪ ڪاروهنوار جهڳڙن تي ٽيڪا ٽپڻي هوندي.

انهيءَ چمن کي به هڪ پاسي رکي، اچو ته ٻئي باغ جو سير ڪريون، جنهن جي تازي نهال ۽ پن پن سبز آهي. سندس هر برگ ميان طوفان بنهار برپا هوندو ۽ هن جو هر فرد ڏکن ڏولاين جي نالي کان نا آشنا، عشق ۽ محبت جا راڳ ڳائي رهيو هوندو. هن جون تمنائون افسانيءَ يا خواب جي مثال هونديون. انهن کي نه ڪنهن جو شڪوه هوندو نه شڪايت، نه ڪنهن سان بغض هوندو نه ڪينو. نه ڪاوش نه ڪاهش، انهن جي هر ڳالهه سحر آميز ۽

اميد افزا هوندي، جنهن ۾ صرف ذوق ۽ شوق جي دنيا پريل هوندي. انهن جون پياريون پياريون شڪايتون، ڪڏهن رسڻ ۽ پرچائڻ جون ادائون، ڪڏهن محبت سان ڏسندڙن کي موهي وجهڻ جا طريقا، ڪڏهن وعدي وفا جا قسم، ته ڪڏهن رازداريون ۽ هڪ ٻئي جون غمخواريون هونديون. ڪڏهن مرڪڻ ته ڪڏهن مهڪڻ. مطلب ته هنن جي گفتگو سراپا جذبات هوندي. ڪوڙ گهٽ هوندو، گلا غيبت ڪڏهن ڪا اتفاقي ۽ دنيا جا ٻيا وهم ۽ ويچار نالي ماتر هوندا آهن. سندن ڳالهه ٻولهه نهايت دلچسپ ۽ دلپذير هوندي ۽ ڪجهه وقت لاءِ فردوس جو منظر هوندي.

مٿي ذڪر ڪيل سڀني هستين کان وڌيڪ، سڀ کان شيرين فرصت آثار، دلڪش، سادي، پياري، دل کي موهيندڙ گفتگو، ان بي زبان ٻار جي آهي، جو پنهنجي هندوري ۾ ليٽيو پيو هوندو آهي ۽ آسمان سان ستارن تائين فرشتن ۽ ٻين پاڪ روحن سان ڳالهيون ڪندو هوندو آهي ڪڏهن مرڪندو آهي، ڪڏهن ملڪوتي زبان سان محبت جو اظهار ڪندو آهي ۽ ڪنهن هڪ قدرتي انداز ۾ پنهنجي ندائيءَ سان ٻڪ جو اظهار ڪندو آهي. هن جي گفتگو محض پنهنجي ماءُ سان محبت جي طلب هوندي آهي. ڪڏهن هڪ هنڌ تي ٽڪٽڪي نظر اٽڪائي ڏسندو رهندو آهي. نه ڪنهن کان شڪوه هوندو آهي ۽ نه شڪايت، نه راز نه نياز، نه شر نه

شوره نه وري زبان جو زور هوندو آهي. نه هو گفتگو ڪري سگهي ٿو ۽ نه وري سندس زبان ڪنهن گفتگو جي اصولن جي پابند آهي ۽ نه وري ڪوبه اڻ سهائيندڙ ٻول سندس زبان تي هوندو آهي.

ليڪن هن ڪلام جو سلسلو فقط جيئرن تي منحصر آهي ڇا؟ هرگز نه! اسان انهن عالي دماغ مدبرن، بي مثل فيلسوفن ۽ بزرگن سان پڻ تڪلم ڪري سگهون ٿا، جي اسان کان صديون ۽ قرن اڳي گذاري ويا آهن ۽ جن جي خاڪ به فنا ٿي چڪي آهي. مگر انهن سان ڳالهائڻ جو طريقو جدا آهي، انهن جا خيال، تجربا ۽ مڪاشفا فقط صحيفن ۽ ڪتابن جي ذريعي حاصل ٿين ٿا، جي گهڙيون اهڙن مشاهيرن سان گفتگو ۾ گذرن ٿيون، اهي زندگيءَ جون بهترين گهڙيون آهن. انهن جي صحبت مان جي خيالات حاصل ٿين ٿا سي انسان کي تعصبي عملن ۽ اجاين فعلن کان محفوظ رکن ٿا.

اهڙن عالمن جي ڪتابن مان پرائيندڙ شخص سهڻي ۽ مهذب گفتگوءَ جو هيراڪ بنجي پوي ٿو ۽ پوءِ هو ڪڏهن به نڪي بدنام ٿئي ٿو ۽ نڪي خساري ۾ پوي ٿو. بشرطيڪ سندس ذوق سليم هجي.

اجا به گفتگوءَ جو هڪ پهلو رهيل آهي، اچو ته چند گهڙيون هڪ منا تي ويهون ۽ پنهنجي دل تي هٿ رکي ڏسون ۽ دل سان ڳالهه ٻولهه ڪريون ۽ دنياوي مصيبتن ۽ روحاني اذيتن جو راز ڪانئس پڇون.

دل سان مشورو ڪريون ۽ صحيح راه تي پهچڻ جي ڪوشش ڪريون. مگر هن راهه ۾ ڪوشش ۽ سعيو هڪ وڏو شرط آهي، استقلال ضروري آهي ۽ عقل جي مشعل کي پيش نظر رکڻ لازمي آهي. تنهن کان پوءِ معلوم ٿيندو ته پنهنجي دل سان گفتگو ڪهڙي نه مزيدار ۽ جاذب توجه ثابت ٿئي ٿي.

# تقدير

عام طرح ماڻهن ۾ هميشه تقدير اعتماد هليو ٿو اچي. تنهن جو مطلب آهي ته ضروري ڪا اهڙي لازوال طاقت آهي، جا قومن ۽ انسانن جي حالت ۾ پنهنجي مرضي ۽ موجب ردوبدل ڪندي رهي ٿي. اهو عقيدو هڪ نه پر هزارن سالن جي مشاهدي مان پيدا ٿيو آهي. ماڻهو سمجهن ٿا ته بعض اوقات دنيا ۾ اهڙا واقعات ٿيا آهن، جن تي انسان جو ڪوبه اختيار ڪونه آهي. مثلاً مرڻ ۽ پيدا ٿيڻ ڪنهن جي به اختيار ۾ نه آهي، نه وري اهو اختيار ۾ آهي ته ڪڏهن ۽ ڪهڙي هنڌ پيدا ٿجي يا ڪٿي ۽ ڪهڙي وقت مرجي. ڪيترا دفعا انسان ڪنهن مقصد ماڻڻ لاءِ پنهنجون سڀ قوتون ۽ عقل ڪم آڻي ٿو، ليڪن ڪاميابي نه ٿي ٿئيس ۽ ڪيس محسوس ٿو پوي ته ڪا اهڙي زبردست طاقت ضرور آهي، جا هميشه پنهنجي مرضي پوري ڪندي رهي ٿي ۽ انساني ڪوشش تي غالب آهي. جيتري قدر انسان جي عمر وڌندي ٿي وڃي، اوتري قدر هو هن زبردست طاقت جو زياده معتقد ٿيندو ٿو وڃي، جنهن ڪي هو

پنهنجي اکين سان سو ڪونہ ٿو ڏسي، باقي ان جي لازوال طاقت کي ضرور "قدرت الاهي"، "مشيت ايزدي" يا "تقدير" سان موسوم ڪري ٿو. غور ڪرڻ وارا دماغ، مفڪر، شاعر ۽ اهل دل بزرگ، گوشہ تنهائيءَ ۾ هن مخفي طاقت جي ڪرتبن کي وڏي غور ۽ فڪر سان ڏسندا آهن، تہ اها طاقت ڪنهن کي پنهنجي مهربانيءَ سان نهال ۽ ڪنهن کي پنهنجي عتاب سان پامال ڪندي رهي ٿي! هو انهيءَ طاقت کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ۾ پڻ هميشه لڳا رهندا آهن.

شاعرن ۽ اديبن تہ هميشه هن اڻ ڏٺي طاقت جون تصويرون پنهنجي تصنيفات ۾ چڱيءَ طرح ڪيديون آهن. ڇوتہ هنن انهيءَ طاقت کي هميشه نيچر ۾ ڪم ڪندي ڏٺو آهي. عمر خيام رح لکي ٿو تہ "اي انسان! تون ڪيترو بہ ڪٿي عابد ۽ زاهد هجين، مگر خط تقدير کي ميساري نٿو سگهين." غرض تہ هر قوم ۽ هر زماني جي انسان، تقدير کي مڃيو آهي ۽ هن قدرت جي سڀ کان وڏيءَ طاقت جو اعتراف ڪيو آهي. تاهم تعجب اهو آهي تہ، انسان جي خودمختيار عمل ۽ ذميوار فعل جو بہ دنيا کي مستحڪم يقين آهي. سڀني مذهبي ۽ اخلاقي تعليم جي منشا سواءِ هن جي، بي ڪانهي، تہ انسان پنهنجي رويہ بدلائڻ ۾ آزاد آهي. جڏهن تہ لکين انسان سچي عقيدي سان مذهبي ارڪان ادا پيا ڪن. پوءِ ان جي صاف معنيٰ اها ٿي تہ ڪين

ڪامل يقين آهي ته هو پنهنجي ڪوشش ۽ نيڪين سان پنهنجي آئينده حالات کي درست رکي سگهندا.

ما طريقه سعي مي آرام بجا
ليس الانسان الا ما سعىٰ

انسان پنهنجي سلسلہ اسباب ۾ ٻڌو پيو آهي، هن جي زندگي سبب ۽ مسبب جو نتيجو آهي. يعني تخم ريزي ۽ فصل لڻڻ جو سلساو غير متناهي طور هلندو رهي ٿو. انسان جو هرهڪ فعل هڪ سبب آهي، جنهن جو اهو لازمي نتيجو آهي، جو هو جنهن وقت ڪو ڪم اختيار ڪري ٿو، ان وقت هو ان جو مختيار آهي. ليڪن ان جي نتيجي کي تبديل ڪرڻ ۾ يا پيدا ٿيڻ کي روڪڻ ۾ قاصر آهي. تنهن ڪري چئبو ته فعل خودمختياري ۽ جا اسباب پيدا ڪرڻ واري شئي ۽ مسبب تقدير آهي.

اهو سچ آهي ته انسان پنهنجو پوکيل فصل لڻي ٿو. جيڪڏهن هن پاڻ پنهنجي خرابي ۽ جو ٻج پوکيو هوندو، ته ضرور نتيجو خراب ئي ڏسندو. هن جاءِ تي اهو اعتراض ٿي سگهي ٿو ته انسان کان پنهنجا فعل عادتاً سرزد ٿين ٿا ۽ هو پنهنجي چڱي يا بري اخلاق جو پاڻ ذميدار نه آهي. ليڪن ان جو جواب اهو آهي ته برابر اخلاق جيڪڏهن پيدائش سان گڏ مليل هجن ها ته، هن تي ڪابه اخلاقي ذميواري نه هجي ها ۽ نه وري اخلاقي تعليم و تربيت جي ڪا ضرورت ئي هجي ها. ليڪن

ڪئريڪٽر ڪنهن به فرد بشر کي ٺهيل ٺڪيل نه ڏنو وينڊو آهي. ڪئريڪٽر خود افعال حميده جو نتيجو آهي، جي هو انساني زندگيءَ ۾ جمع ڪري ٿو. تنهنڪري انسان پنهنجي قسمت جو خود ذميدار آهي. جو ڪجهه انسان ڪندو ان جو ڦل ڪيس ملندو.

هن کي اختيار آهي ته چڱا يا خراب ڪم ڪري ۽ انهن جو نتيجو ڀوڳي. هن کي اختيار آهي ته بڇڙن ڪمن کي ڇڏي ڏئي ۽ پنهنجي تقدير کي آئينده لاءِ چڱو ڪري. هن جي مرضيءَ تي ڇڏيل آهي ته پنهنجي زندگي لاءِ خوش نصيبي، فارغ البالي، ۽ ناموريءَ جو بنياد وجهي يا مصيبتن، بدناميءَ ۽ تڪليفن جو ذخيرو گڏ ڪري ڪئريڪٽر خود تقدير آهي، چاهڪاڻ ته تمام گهڻن عملن جو نچوڙ آهي. افعالن جا نتيجا ٻج وانگر ڪئريڪٽر ۾ ڏڪيا پيا آهن. تنهنڪري جي واقعات انسان کي پيش اچن ٿا، جن کي هو هڪ ناگهاني مصيبت خيال ڪري ٿو ۽ انهن کان بچڻ لاءِ هو پاڻ کي عاجز ڏسي ٿو ۽ تدبيرن ڪرڻ، دانهن ڪرڻ ۽ دعائون گهرڻ سان به پنهنجو ڇوٽڪارو ڪيس نظر نٿو اچي، اهي خود سندس افعال ئي آهن جي هاڻي نتيجي جي صورت وٺي سندس اڳيان آيا آهن. اهي مصيبتون يا راحتون بغير گهرڻ جي ڪيس هرگز ڪونه مليون آهن. اهي سندس ئي خواهشن جو پڙاڏو آهن، جي هن

گنبذ مينائيءَ هيٺان، خود هن پاڻ ڪنهن وقت ظاهر ڪيون هيون.

يه ہے گنبذ کی صدا جيسي کہی ويسي سنی

جيڪڏهن ڪنهن شخص کي حقيقت جي راز جي آگاهي ٿي وڃي، ته هو دنيا جي سڀني ڳالهين تي عمل ڪري رهيو آهي ۽ سڀني انساني معاملات ۾ ڪامل انصاف جو برتاءُ ڪندو رهي ته جيڪر اهو نيڪ مرد انسان ڪنهن کي به دنيا ۾ نه پنهنجو دشمن سمجهي، ۽ نه ورتي ڪنهن کان هوند ڪڏهن نفرت ڪري يا حرف شڪايت زبان تي آڻي. چاهي ڪيترو به ڪٿي ڪير سندس دشمن هجي، پر هو پاڻ هن تي ڪڏهين به الزام نه لڳائيندو، بلڪ صبر سان پنهنجو اخلاقي فرض ادا ڪندو رهندو.

هن مسئلي تي يقين ڪامل ٿي وڃڻ بعد، انسان آئينده پنهنجي فعلن جي نتيجي کان احتراز ڪرڻ جي ڪوشش رکندو، ۽ پنهنجو حساب ڪتاب صاف رکندو.

اهڙيءَ طرح هو پنهنجي گذريل بقايا به صاف ڪندو ۽ اڳين ڪرڻ سان گذريل گناهن جو پڻ خاتمو ڪري آئينده جي مصيبتن جو اسباب مهيا نه ڪندو.

———

# جمهوريت

اسان پاڪستان جا باشندا پنهنجي علوم و فنون، طرز معاشرت ۽ روايات کي خود پنهنجي هٿن سان وڃائي، مغرب جي فتوحات ۽ اکين کي انڌو ڪندڙ تخيلات ۾ ڦاسي چڪا آهيون. يورپ جي هرهڪ آواز تي لبيڪ چئي رهيا آهيون، خواه اهو آواز اسان جي لاءِ مفيد هجي يا مضر هجي. ان جو حقيقي سبب اسان جي ذهني غلامي آهي. غيرملڪي حڪومت جي سببان جو قريباً هڪ صدي اسان تي غلاميءَ جو اثر پوندو رهيو آهي، تنهن اسان جا دماغ مائوف ۽ اسان جا خيالات پست ڪري ڇڏيا آهن. اسان ڇون امنگون ختم ٿي چڪيون آهن، جنهن جو لازمي نتيجو اهو آهي، جو اسان جي هرهڪ شعبہ زندگيءَ ۾ مغرب جي تقليد لازمي ٿي چڪي آهي. سياست ۾ ساڳي يورپ واري پيش نظر آهي. جنهن ڪري اسين مغربي جمهوريت جا شيدائي بنجي چڪا آهيون. اڄ جيتوڻيڪ برطانيہ جي حڪومت جو بار پنهنجن ڪلهن تان لاهي چڪا آهيون، تاهم مغربي جمهوريت کي پسند رکون ٿا.

هن جمهوريت نظام ۾ اسان کي وڏي خوبي اها

نظر اچي ٿي ته عوام جي راءِ موجب حڪومت جو نظام مرتب ٿئي ٿو ۽ پبلڪ پنهنجا معتمد نمائنده مجلس آئين ۾ موڪلي ٿي، جي ملڪ جي مفاد کي پيش نظر رکندي قانون مرتب ڪن ٿا. ليڪن جڏهن اهي نمائندا عوام سان وعده خلافي يا غداري ڪن ٿا، تڏهن هو انهن جي خلاف صدائي احتجاج بلند ڪرڻ جي باوجود به انهن کي سندن منصفي تان لاهي نٿا سگهن.

سطحي نظر سان ڏسڻ وارن جي اڳيان مغربي جمهوريت هڪ بهترين نظام حڪومت آهي. ليڪن جي ماڻهو عميق نظر سان مطالع ڪن ٿا، سي انهيءَ خيال سان هرگز متفق نه آهن. جمهوري حڪومت جي معنيٰ عوام جي حڪومت سمجهيو وڃي ٿو، ليڪن پهريائين ته خدا تعاليٰ عوام ۾ هر فرد کي سياسي مدبر ۽ مفڪر نه بنايو آهي. هر قوم ۽ هر مذهب جي ماڻهن ۾ تمام ٿورا اهڙا ماڻهو آهن، جن کي حڪومت جي مصالح سمجهڻ جي قوت عطا ڪيل آهي. ٻيو ته عوام جا نمائندا جي مجلس قانون ساز ۾ وڃن ٿا، اهي اڪثر ڪري پنهنجي قابليت ۽ ذهانت جي باعث منتخب نٿا ڪيا وڃن، بلڪ ۸۰ يا ۹۰ سيڪڙو ته پنهنجي شخصي مقبوليت سببان پنهنجي مقابل جي مخالفت ۾ ڪامياب ٿين ٿا. اگر هڪڙو شخص اعليٰ تعليم يافته ۽ سياسي خيالات جو حامل آهي ۽ قوم جو سچو درد دل ۾ رکندڙ آهي. مگر خاموش ۽ گوشه گذار زندگي بسر

ڪري ٿو ۽ ٻيو شخص جو هن جي مدمقابل آهي، سو هن جي نسبت ڪم تعليم يافته ۽ سياست سان خاص طور هن جو ڪوبه فطري لاڳاپو ڪونهي، ليڪن عوام ۾ ڪنهن سبب جي ڪري مقبول ۽ هردلعزيز آهي، ته پوءِ هو يقيناً پهرين شخص جي مقابلي ۾، جو زياده تعليم يافته ۽ نمائندگيءَ جو اهل آهي، تنهن کان وڌيڪ اڪثريت سان انتخابي مقابلي ۾ ڪامياب ٿي ويندو. ان جي معنيٰ اها ٿي ته نمائندگيءَ جو معيار قابليت تي نه آهي، بلڪ مقبوليت تي آهي. سبب صرف اهو آهي ته هرهڪ ووٽر اهو سمجهي نٿو سگهي ته سندن صحيح نمائندو ڪهڙين ڪهڙين وصفن جو حامل هئڻ گهرجي.

جيڪڏهن غور سان ڏٺو ويندو ته معلوم ٿيندو ته جتي جتي جمهوري نظام قائم آهي، اتي اگرچ اصولاً بادشاهي عام راءِ ڏيندڙن کي ڏني حاصل آهي، ليڪن حقيقت ۾ زمام حڪومت هرجڳهه سياسي مدبرن جي هڪ خاص طبقي جي هٿن ۾ هوندي آهي، جي پنهنجي تحرير، تقرير، تبليغ ۽ اشاعت وارين لياقتن جي بدولت پبلڪ ۾ هڪ ممتاز درجو حاصل ڪن ٿا ۽ عوام ۾ مقبوليت ۽ هردلعزيزي حاصل ڪرڻ بعد هن کي پنهنجو مطيع ڪري ڇڏين ٿا. ڇاڪاڻ ته عوام خود بخود سياسي مسائل کي سمجهڻ جي اهليت نٿو رکي، تنهن ڪري لامحاله اخبارن جي ايڊيٽرن ۽ ننڍين ننڍين ليڊرن جي پيش ڪيل پروگرام ۽ خيالات کي پنهنجو

نصب‌العين قرار ڏئي ٿو. اهي ايڊيٽر ۽ ننڍا ليڊر وري
ڪنهن وڏي ليڊر ۽ مفڪر جا پيرو هوندا آهن، جن جو
وري ڪنهن وڏيءَ پارٽيءَ سان واسطو هوندو آهي.
اهڙيءَ طرح سڄي ملڪ ۾ هڪ وڏي چار پڪڙيل هوندي
آهي. پارٽين جا وڏا ليڊر پنهنجا خيالات ۽ خواهشون
ايڊيٽرن ۽ ننڍن ننڍن ليڊرن جي ذريعي عوام تي مسلط
ڪندا رهندا آهن، ۽ عوام بلي چون و چرا، رڍن جي
ڌڻ وانگر، انهن جي پٺيان ٻي ٻي ڪندو هلندو آهي.

هن مان ڏسڻ ۾ ايندو ته اصل بادشاهي عوام جي
هٿن ۾ هرگز نه آهي، بلڪ هڪ پارٽيءَ جي هٿن ۾
آهي ۽ اها پارٽي صرف هڪ ٻه ليڊرن جي هوندي
آهي. ليڪن فريب دهيءَ ۽ خود فريبيءَ جو اعجاز
اهڙو آهي جو سمجهايو ۽ ڏيکاريو ائين ٿو وڃي، گويا
ملڪ ۾ جو ڪجهه به ٿي رهيو آهي سو عوام جي راءِ
۽ انهن جي حڪم موجب ٿئي پيو. حالانڪ:

ديو استبداد جمهوری قبا میں پاۓ کوب
تو اسے سمجھا کہ آزادی کی ہے نیلم پری
(اقبال)

ساڳي شخصي حڪومت ساڳيو استبداد ۽ ساڳي
فرمانروائي، جو دنيا ۾ هميشه کان هلندي آئي آهي سا
هاڻي به موجود آهي؛ مگر هڪ نئين ويس ۾ جلوه گر آهي.
فرق صرف طريقي جو، ذريعي جو آهي. بجاءِ ان جي
جو هڪ بادشاهه يا ڊڪٽيٽر ڪو فرمان جاري ڪري

۽ عوام کي ان جي اطاعت تي مجبور ڪيو وڃي،
هينئر هڪ ليڊر ڪا راءِ يا خيال يا پروگرام پيش ڪري
ٿو ۽ ان کي اخبارن، تبليغ ۽ اشاعت جي ذريعي عوام
۾ مقبول ڪرايو وڃي ٿو. پهرياڻين عوام جي اطاعت
طاقت جي خوف ڪان هوندي هئي ۽ هينئر تبليغ ۽
اشاعت جي خوف کان آهي. چوته عوام هڪ ليڊر جي
راءِ کي خود پنهنجي راءِ ڪري مڃڻ لاءِ مجبور آهي.
نتيجو بهرحال ساڳيوئي آهي. يعني هڪ يا ٻه شخص
جي طاقت ۾ آهن سيئي حقيقي معنيٰ ۾ حڪومت ڪن
ٿا. عوام چونڪ سياست ۽ حڪومت جي اهليت نه ٿو
رکي تنهن ڪري محڪوم آهي. مغربي جمهوريت جي
ناڪاميءَ جو مثال ليگ آف نيشنس، اسان جي سامهون
موجود آهي. سنه ١٩٢٠ع ۾ دنيا جي مختلف طاقتن ۽
حڪومتن جي درميان عالمگير برادري، خوشگوار تعلقات
۽ امن قائم رکڻ جي غرض سان ليگ آف نيشنس جو
انعقاد عمل ۾ آيو. دنيا متوقع هئي ته اهڙي زبردست
جمهوري نظام جي بدولت اگر هميشه لاءِ نه ته به
ڪجهه عرصي لاءِ ضرور دنيا ۾ امن قائم ٿي سگهندو ۽
ليگ متنازع فيه مسائل کي حل ڪرڻ ۾ ضرور ڪامياب
ٿيندي، مگر دنيا جلدئي ڏٺو ته هتي به طاقتور اقوام
جوئي تسلط رهيو ۽ ڪمزور قومون نهايت بريءَ طرح
چڪيءَ ۾ پيسجي ويون. ساڳي روئداد هينئر يونائيٽيڊ نيشنس
آرگنائيزيشن (مجلس متحد اقوام) جي آهي. حبش، آسٽريا،

چين ۽ چيڪو سلوويڪيا جا مثال اسان جي نظرن جي سامهون آهن.

درحقيقت مغربي جمهوريت ئي آهي، جا فرقه پرستي ۽ گروه بنديءَ کي عروج ڏئي ٿي. ڪٿي فرض ڪجي ته ڪنهن ملڪ ۾ صرف هڪ ئي مذهب ۽ قوم آباد هجي ۽ جمهوري نظام قائم رهي، ته ڇا اسان کي يقين ٿيندو ته ان ملڪ جو هر فرد بشر خوش ۽ مطمئن نظر ايندو؟ جمهوري نظام سان گڏو گڏ ملڪ ۾ ضرور مختلف جماعتون به قائم ٿي وجن ٿيون. سرمائيدار مزدور سان، اعتدال پسند انتهاپسند سان ۽ قدامت پسند انقلاب پسند سان هميشه برسر پيڪار نظر ايندو. گويا حڪومت هڪ چڱو خاصو ميدان ڪارزار هوندي. جا جماعت برسراقتدار هوندي سا پنهنجي مخالف کي نيست نابود ۽ تباه ڪرڻ جي سعيي ۾ سدائين مصروف رهندي.

فرقه پرستيءَ جو نظارو انتخابي مقابلي يعني اليڪشن جي زماني ۾ نظر ايندو آهي. اميدوار کي ووٽ صرف ذات پات جي امتياز تي ڏنو ويندو آهي. سيد، مير، پير، بلوچ نهڙي، ٽڪر، عامل زيال يائيبند، مطلب ته هرهڪ فرقه جو گروپ الڳ هوندو آهي. اهو خيال ڪونه رکيو ويندو آهي ته ڪنهن گروپ جو اميدوار واقعي تعليم يافته آهي يا نه ۽ جنهن اداره جي رڪنيت لاءِ هو اميدوار بيٺو آهي ان جو صحيح معنيٰ ۾ اهل آهي يا نه؟ هن جا ووٽر پنهنجي نمائندي جي مدد صرف

هن خيال سان ڪندا آهن ته هو سندن برادريءَ جو ماڻهو آهي، تنهنڪري هن جي هم نوائي مٿن فرض آهي. سندن فرقه پرستي کين مجبور ڪندي آهي ته هڪ لائق اميدوار جي مقابلي ۾ هڪ ناڪاره شخص جو انتخاب ڪن. فرقه بندي جي لعنت اڃا شايد صدين تائين ختم ٿيڻ واري نه آهي، ڇاڪاڻ ته ليڊرن جي تنگ نظريءَ جو عالم اهو آهي، جو هو پارٽي بازيءَ جي مهلڪ مرض ۾ سخت مبتلا آهن. اهڙي حالت ۾ هو جمهوريت جي ڪهڙي دعويداري ڪري سگهندا؟

اسان جي تعليمي پستيءَ جو اهو عالم آهي، جو صرف ست في صدي ماڻهو خوانده آهن باقي ٩٣ في صدي اهڙا انسان آهن جي فقط پنهنجي صحيح به وجهي ڪونه ٿا ڄاڻن. وري انهن ۷ في صدي پڙهيلن مان هڪ في صدي به اهڙا نه آهن جي جمهوريت جا صحيح معنيٰ ۾ ڄاڻو هجن. ڪيتري عرصي کان لوڪل باڊيز کي آزادي ۽ خود مختياري حاصل آهي. هر ٽئين يا چوٿين سال انتخاب پڻ عمل ۾ ايندا رهن ٿا، مگر ان جي باوجود ووٽرن مان اڪثريت اهڙن ماڻهن جي آهي جن کي اهو به معلوم نه آهي ته انهن ادارن جو ڪم ڪهڙو آهي ۽ انهن جي نمائندگي اسان کي ڪهڙو فائدو پهچائيندي! البت انتخاب جي زماني ۾ انهن کي اهو ٻڌايو ويندو آهي ته فلاڻي تاريخ ووٽ ڏيڻا آهن. مگر جيئن ته اڃا سوڌو عوام کي پنهنجي ووٽ جي قدر

قيمت جي ڪابه خبر نه آهي، تنهنڪري هو اليڪشن ۾ پنهنجي ووٽ ڏيڻ کان به پليا گريز ڪندا آهن اليڪشن جي زماني ۾ ووٽ جي خريد فروخت جي بازار مستقل طور قائم ٿي ويندي آهي ۽ ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ووٽر وڏيءَ خوشيءَ سان پنهنجو قيمتي ووٽ صرف چند ڪلدارن تي فروخت ڪري ڇڏيندا آهن.

اسان ڪي ميونسپالٽين ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊن تي غور سان نظر ڪرڻ گهرجي. جيئن ته انهن ادارن جا انتخاب، رشوت، فريب، ذاتي تعلقات، شخصي عناد ۽ گروهه بنديءَ جي ذريعي عمل ۾ ايندا آهن، تنهنڪري قدرتاً منتخب ٿيڻ بعد ميمبرن جو پڻ هر فعل ۽ عمل رشوت، فريب، ذاتي تعلقات، شخصي عناد ۽ گروه بنديءَ تي مبني هوندو آهي. شهر يا ضلعي جي مفاد سان ته ڪنهن ڪي به ڪو تعلق ڪونه هوندو آهي. درحقيقت ٿيڻ به ائين گهرجي.

"خشت اول چون نهد معمار ڪج،
تا ثريا مي رود ديوار ڪج"

جنهن صورت ۾ هرهڪ ميمبر جو هرهڪ فعل خود غرضيءَ ۽ گروه بنديءَ تي ٻڌل هوندو، تنهن صورت ۾ ٻين ميمبرن سان سندس تصادم لازمي آهي. ان جو نتيجو اهو ٿيندو، جو هرهڪ بورڊ ۾ پيهم نبرد آزمائي رهندي ايندي. اڄ هڪڙيءَ پارٽيءَ صدر جي خلاف عدم اعتماديءَ جي رٿ پاس ڪئي ته سڀاڻي ٻي پارٽي

اهڙي موقع جي تاڙ ۾ رهندي.

سڀ کان زياده سبق آموز ڳالهه هيءَ آهي ته جڏهن هر هڪ ميمبر لالچ يا گروه بنديءَ ۾ گرفتار هوندو ته پوءِ جا به پارٽي برسراقتدار ايندي تنهن کي استقلال هرگز نصيب ٿي نه سگهندو. ڇاڪاڻ ته اهوئي ميمبر جنهن اڄ هڪ صدر جي خلاف عدم اعتماديءَ جو ريزوليشن پاس ڪرائي ٻئي کي منتخب ڪرايو آهي. سو چند ڏهاڙن بعد وري زياده لالچ کان متاثر ٿي، ٻيءَ پارٽيءَ ۾ وڃي شامل ٿيندو. اهڙيءَ طرح برسراقتدار جماعت هروقت پنهنجي زوال جي خوف ۾ رهندي ايندي ۽ مخالف شب روز ريشه دوانين ۾ مصروف هوندا. اهڙي ناپاڪ ماحول ۾ ملڪ ۽ پبلڪ جا سڀ ڪم سدائين ابتر حالت ۾ پيا رهندا آهن. وڏي ۾ وڏي ڪارپوريشن کان وٺي ننڍيءَ کان ننڍي سينيٽري ڪاميٽيءَ تائين ڪوبه اداره هن لعنت کان هرگز پاڪ نه آهي. هاڻي ته اها وبا اسيمبلين تائين پڻ پکڙجي چڪي آهي.

انهن سڀني ڳالهين جو اثر عوام جي اخلاق تي نهايت برو پيو ٿو. اها گندگي ڇڳن ماڻهن کي به آلوده ڪري وجهي ٿي اها خانه جنگي صرف پارٽيءَ يا ميمبرن جي ذات تائين محدود نه ٿي رهي بلڪ انهن جي عزيزن، دوستن ۽ همدردن تي به ديوانيءَ ۽ فوجداري مقدما هلايا وڃن ٿا ۽ هر جائز ناجائز طريقن سان انهن کي نقصان پهچايو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح جا پارٽي

برسراقتدار رهي ٿي، اها پنهنجي حشمت کي برقرار رکڻ لاءِ رشوت، لالچ ۽ جاه و منصب جي تقسيم کي پري پري تائين پکيڙي ٿي ۽ پنهنجي مخالفين کي نقصان رسائڻ خاطر ڪوبه دقيقو فرو گذاشت نٿي ڪري. هن وبا جو زهريلو اثر ملڪ جي هر باشندي ۽ قوم جي فرد ۾ سرايت ڪري چڪو آهي، ساري فضا مسمار ٿي چڪي آهي. گويا رلڏي حو لڏو بگڙي چڪو آهي. خوش قسمتيءَ سان جيڪڏهن ڪٿي ڪو جستہ جستہ نيڪ نيت يا ديانتدار ماڻهو موجود آهي، ته اهو هن قسم جي انتخابات ۾ حصو وٺڻ کان گريز ڪري ٿو، پر شوميءَ قسمت کان جيڪڏهن ڪو اوچتو ڦاسي وڃي ٿو، ته يا ته هو بزدل، مايوس ۽ متفڪر ٿي استعيفا ڏئي ٿو يا اهو بہ انهيءَ مرض جو شڪار ٿي وڃي ٿو.

جيڪڏهن اسان جا ڏينهن ۽ اسان جون راتيون اهي ٿي رهيون ته ملڪ جو خدا حافظ آهي. اها وبا ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ ۽ ميونسپالٽين تائين محدود نہ هئي، سا هاڻي اسيمبلين جي ذريعي ملڪ جي نظم و نسق ۾ پکڙجي رهي آهي. بدنظمي ۽ ڪشت و خون هرصوبي ۾ نمودار آهي. ستياگره ۽ بک هڙتال جا اصول جي هر مرض جي دوا سمجهڻ ۾ اچن ٿا، سي ملڪ جي بلائي جان ثابت ٿي چڪا آهن. ريلوي انجڻ اڳيان ليٽي پوڻ، هوس ۽ عيش پرستيءَ لاءِ بک هڙتال ڪرڻ پنهنجي ناجائز غرض لاءِ ٻين کي مجبور ڪرڻ واسطي

ستياگره ڪرڻ روزمره جو معمول ٿي چڪو آهي. ائين ڪرڻ سان حق ۽ باطل جو امتياز مٽجي چڪو آهي. صحافت جو معيار باقي نه رهيو آهي: جڏهن ڪان وٺي تبليغ اشاعت جو نمونو اهو ٿيو آهي. جو جا ڳالهه درحقيقت زيادهہ حق جي خلاف آهي ان لاءِ انتهائي پروپئگنڊا ڪئي وڃي ٿي، تڏهن ڪان وٺي ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته نقصان هڪ ڪان ٻئي جي طرف ٿيندي ٿيندي بالاخر غريب، جاهل بي زبان عوام جي ٿني حصي ۾ اچي پهچي ٿو، جن جي بهبودي جا راڳ ڳايا وڃن ٿا.

پهريائين ته جڏهن مغربي جمهوريت جي مفيد هجڻ بابت خود يورپ جي مفڪرين کي ئي يقين نه آهي، تڏهن مشرق ۾ ته ان جي ڪاميابي قطعي مشڪوڪ آهي. ليڪن پاڪستان جي لاءِ موجوده حالات جن جو مختصر خاڪو مٿي پيش ڪيو ويو آهي، ان مان ڪاميابيءَ جي توقع رکڻ خود فريبيءَ کان هرگز زياده نه آهي ته ان جو ڪو نعم البدل تلاش ڪري.

# سائنس

اڪثر ماڻهن جو اهو خيال هوندو آهي ته سائنس لامذهب ۽ بي ديني ۽ جي تعليم ڏئي ٿي. اهو خيال صريحاً غلط آهي. منهنجي ڏيان ۾ ته سائنس جي طرف غفلت ڪرڻ خود بي ديني آهي. جيڪا الاهي مخلوقات اسان جي گرد و پيش ڏسڻ ۾ اچي ٿي ان جو مطالع نه ڪرڻ خود لامذهبيت آهي. انهيءَ ڳالهه کي سمجهڻ لاءِ فقط هڪ ادني مثال پيش ڪجي ٿو. فرض ڪجي ته روزمره ڪنهن مصنف جون جيڪي به تعريفون ڪيون وڃن تن جو مضمون اهڙو هجي جنهن ۾ هن جي تصنيفات جي حڪمت، دانائي، عظمت، جلالت، خوبي ۽ لطافت جو اعتراف ڪيل هجي. جيڪي ماڻهو ان طرح ڪنهن مصنف جي ڪتابن جي صفت ۽ ثنا متواتر بيان ڪندا رهن ٿا، سي فقط هن جي ڪتابن جي بيروني صورت ڏسڻ تي قناعت ڪن، ۽ ڪتابن ۾ جي اندروني مضمون آهن تن جي، نه ته پڙهڻ جي ڪوشش ڪن، نه سمجهڻ جي، ۽ نه وري ڪڏهن ان کي فقط کولي ڏسن، ته پوءِ بڌايو ته اهڙن ماڻهن جي تعريف جا ”تحسين ناشناس“ جي مصداق آهي تنهن جو ڪهڙو قدر ڪجي!

اهڙن ثناخوانن جي صداقت ۽ راست بازيءَ بابت اسان کي کهڙي راءِ قائم ڪرڻ گهرجي!

موجودات عالم يا ان جي علت (خدا تعاليٰ) جي نسبت به بني نوع انسان جي طرز عمل عموماً ساڳي آهي. نه فقط ايترو هو پاڻ جن ڳالهين کي عجيب غريب معلوم ڪن ٿا، انهن جي مطالع ڪان نٽايو وڃن، پر جي ماڻهو قدرت جي مشاهدي ۾ پنهنجو وقت صرف ڪن ٿا انهن تي به اڪثر اوقات الزام لڳائين ٿا ته اهي ناحق فعل عبث ۾ پنهنجو وقت ضايع ڪري رهيا آهن. جيڪي ماڻهو اهڙن عجائبات ۾ علمي ذوق ۽ شوق ظاهر ڪندا آهن انهن کي هو بلڪل حقير سمجهندا آهن. تنهن ڪري اسان وري به هن ڳالهه تي اصرار ٿا ڪريون ته سائنس سکڻ کپي نه پر سائنس نه سکڻ کي ٻي بي ديني سڏجي ٿو. قرآن شريف ۾ ڪيترن هنڌن تي جابجا هن ڳالهه جي هدايت ڪيل آهي ته انسان ظاهر قدرت جو بغور مطالع ڪري ۽ خدا تعاليٰ جي عظمت ۽ جلالت کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري. سوره آل عمران ۾ فرمايل آهي ته:-

ان في خلق السماوات والارض و اختلاف الليل و النهار لايت لاولي الالباب الذين يذكرون الله قياما و قعودا و علي جنوبهم و يتفكرون في خلق السماوات والارض. ربنا ماخلقت هذابا طلا. سبحانك فقنا عذاب النار.

سورة نحل ۾ پڻ ارشاد آهي ته:-

هو الذي انزل من السماء ماءً ولكم منه شراب و منه شجرفيه تسيمون ينبت لكم به الزوع والزيتون والنخيل والاعناب ومن كله الثمرات. ”ان في ذالک لايات لقوم يتفكرون سخرالكم الليل والنهار والشمس والقمر والنجوم مسخرات بامره ان في ذالک لايت لقوم يعقلون.“

شيخ سعدي عليه رحمہ پڻ قرآن پاڪ جي هن مضمون کي هن طرح منظوم ڪيو آهي ته:-

ابر و باد و ماه خورشيد و فلک در کاراند
تا تو نانے بکف آري و بغفلت نخوري

قرآن پاڪ ۾ سوين اهڙيون آيتون موجود آهن جن ۾ الله تعاليٰ قدرت جي موجودات جي علم يعني سائنس جي اڀياس ڪرڻ جو انسان کي گهڻي قدر تاڪيد ڪرڻ فرمايو آهي.

سائنس جي محبت هڪ قسم جي خاموش عبادت آهي، يعني ته قدرت جي جن شين جو مطالع ڪجي ٿو تن جي عظمت کي ۽ ڪناياتا وڃي ان جي خالق (خدا تعاليٰ) جي عظمت کي مان مان ۾ تسليم ڪجي ٿو. اها بندگي صرف زباني نه آهي بلڪ اها عبادت افعال مان ظاهر ٿئي ٿي. اها اطاعت اها فرمانبرداري نه آهي، جنهن مان صرف اقرار باللسان جو فرض پورو ٿئي ٿو. بلڪ اها اطاعت اهڙي آهي جنهن ۾ تصديق

بالجبر ۽ عمل بالاقرار کان پڻ شامل آهن جنهن جو ثبوت، وقت، غور و فکر ۽ محنت کي قربان ڪرڻ مان ڏي ملي ٿو.

سائنس مان هڪ وڏو فائدو اهو آهي، جو انسان جي دل ۾ قوانين قدرت تي وثوق ۽ انهن جي فرمان برداريءَ جي ترغيب پيدا ٿئي ٿي. سچي سائنس جي ذريعي قدرت جي هرهڪ شيءِ ۾ جو ايجاد عمل آهي تنهن لاءِ دلين ۾ عظمت پيدا ٿئي ٿي ۽ خداوند عالم جي هستيءَ ۽ وجود جو اعتقاد پختو ٿئي ٿو. هڪ سائنس دان جي دل ۾ قدرتي مظاهر جي غير متغير تعلقات، خالق ۽ مخلوق جي لازوال علاقه ۽ نيڪ بد نتيجن جي قوم جو ڪامل يقين هوندو آهي. جزا ۽ سزا جي اعتقاد بدران هو اها ڳالهه ثابت ڪري ڏيکاريندو آهي ته برابر هڪ مقرر ڪيل آئين موجب هرڪنهن کي جزا ۽ سزا ملندي رهي ٿي ۽ نافرماني جا برا نتيجا هرگز ٽري نٿا سگهن. هو تجربن سان ثابت ڪري ٿو ته جن قانونن جي انسان کي فرمانبرداري ڪرڻ گهرجي اهي قانون مهربان به آهن نامهربان به آهن. هو ڏسي ٿو ته انهن قانونن جي پابنديءَ سان هر شيءِ جي رفتار هميشه اسان کي زيادهه ترڪمال ۽ اعليٰ تر خوشي جي طرف رجوع ڪري ٿي. اهوئي سبب آهي جو هو هميشه انهن قدرت جي قوانين تي زور ڏئي ٿو.

سائنس انهيءَ ڳالهه کي پڻ تسليم ڪري ٿي ته

خدا تعالى جي حقيقت سمجهڻ نه صرف عقل انسانيءَ کان بلڪ خيال ۽ قياس کان پڻ بالاتر آهي. ازانسواء سائنس کي هڪ ٻي پڻ مذهبي هيئت نصيب آهي. اها هيءَ آهي ته اسان جو جيڪو زندگيءَ جي سربسته رازن سان تعلق آهي سو ۽ خود پنهنجي نفس جو صحيح تصور سائنس جي ڏي بدولت حاصل ٿي سگهي ٿو. سائنس نه صرف انهن سڀني ڳالهين جو حل آهي، جن جو ڄاڻڻ ممڪن آهي، بلڪ جن جو معلوم ڪرڻ ممڪن نه آهي، انهن جي حد پڻ ٻڌائي ٿي. سائنس اهي ڳالهيون اسان کي فقط بطور اعتقاد جي نه ٿي سيکاري، بلڪ هو انهيءَ حد تائين پهچائي ٿي جتان اڳتي قدم رکڻ جي مجال نه آهي. نه فقط ايترو پر ان ڳالهه جي مجال هجڻ بابت اسان کي اعتراف ڪرڻو پوي ٿو. سائنس انهيءَ ڳالهه جو اکين سان مشاهدو ڪرائي ٿي ته جا هستي عقل انسانيءَ مان بالاتر آهي اتي انساني عقل قاصر ۽ عاجز آهي. سماعي روايات يا سندن ۽ حجتن جي اڳيان سائنس جي روش ممڪن آهي ته متڪبرانه هجي: مگر انهيءَ پردهه اسرار جي اڳيان جنهن ۾ قادر علي الاطلاق لڪل آهي اتي ڪوبه شخص بارياب ٿي نه ٿو سگهي.

اگر يک سرموی پر

فروغ تجلي بسوزد پرم.

تنهنڪري سائنس جو غرور به سچو آهي ته انڪار به سچو آهي. درحقيقت اهو فقط سائنس جوئي سچو

۽ بي ريا عالم آهي جو اها ڳالهه سمجهي سگهي ٿو ته قادر مطلق جي قدرت جا سڀ شيء تي حاوي آهي سا نه فقط انساني علم-بلڪ انساني خيال ۽ قياس کان به بالاتر آهي ۽ ڪائنات، حيات ۽ ادراڪ انهي ئي قدرت جا ڪرشما آهن.

سبحانه ما اعظم شانه.

اي برتر از خيال وقياس وگمان ووهم،
وزهر چه گفته اند و شنيديم و خوانده ايم،
دفتر تمام گشت و بپايان رسيد عمر،
ما هم چنان در اول وصف تو مانده ايم.

تنهنڪري اسان هن نتيجي تي پهچون ٿا ته تربيت ۽ هدايت جي اعتبار کان سائنس جي قدر قيمت سڀ علم کان زياده آهي. بهرحال شين جي معنيٰ ياد ڪرڻ کان هزار بار افضل آهي. ازانسواء عقلي ۽ اخلاقي تربيت جي اعتبار سان يا مذهبي تربيت جي لحاظ سان به، گرد و پيش جي قدرتي مظاهر جو مطالع، صرف نحو ۽ لغت جي مطالع تي بيحد فوقيت رکي ٿو.

آخر ۾ هيترو چوڻ واجب ٿو ڄاڻان ته اسان جي معمولي تعليم تي سائنس جو عام هن ڪري به فايق آهي جو ان جي ڪري مذهبي تعليم حاصل ٿئي ٿي. ان ۾ شڪ ڪونهي ته منهنجو هي جملو حيرت ۽ استعجاب جو باعث ٿيندو، مگر حقيقت ۾ مون مذهب ۽ سائنس جي الفاظن کي هتي انهن جي معمولي محدود معنيٰ ۾

نہ بلڪ نهايت اعليٰ ۽ وسيع معنيٰ ۾ استعمال ڪيو آهي. بيشڪ سائنس انهن توهمات جي دشمن آهي جي مذهب جي نالي سان مشهور آهن، مگر حقيقي ۽ اصلي مذهب جنهن کي اهي توهمات پوشيده ڪريو ٿا ڇڏين جي هرگز دشمن نہ آهي. ان ۾ پڻ شڪ ڪونهي تہ ڪيتري ڪوڙي سائنس جا هن وقت رائج آهي تنهن ۾ لامذهبيت جو روح غالب آهي، مگر نہ انهيءَ سچيءَ سائنس ۾ جا سطح کان لنگهي تہ تائين وڃي پهتي آهي.

سچي سائنس ۽ سچو مذهب ٻئي سڳا ڀاءُ ڀيڻ آهن. انهن جي هڪ ٻئي سان برهمي يقيناً ٻنهي جو موت آهي. سائنس ۾ جيتري قدر مذهبي روح هوندو، اوتري تناسب سان ئي اها ترقي ڪري سگهندي. وري جيتريقدر سائنس جي مضبوطيءَ تي مذهب جو بنياد قائم هوندو اوتري ئي مناسبت سان مذهب سرسبز هوندو. وڏن دانائن جيڪي وڏا وڏا ڪم ڪيا آهن، اهي سڀ نہ صرف سندن عقل ۽ ذڪاوت جو ثمر آهن، پر زياده تر انهيءَ ڳالهہ جو نتيجو آهن تہ مذهبي جوش سندن طبيعت ۾ نمايان طور ڏسڻ ۾ ايندو آهي، تنهن سندن عقل کي سڌي رستي تي آڻي ڇڏيو آهي. سندن عملي حقائق گهڻو ڪري انهن جي صبر، راست بازيءَ ۽ نفس ڪشيءَ جي بدولت منڪشف ٿيا آهن ۽ نہ سندن منطقي ذڪاوت جي بدولت. بهرحال نہ مذهب سائنس کان جدا آهي ۽ نہ سائنس مذهب کان الڳ آهي.

# خـــواب

جڏهن کان وٺي اسان جي ظاهري دنيا آباد آهي، تڏهن کان وٺي خوابن جي دنيا به آباد هلندي ٿي اچي. هنن ٻن دنيائن ۾ صرف سمهڻ ۽ جاڳڻ جو فرق آهي، ورنه جيڪي به اسان جاڳندي ڏسندا، ٻڌندا، ڪندا ۽ هلندا آهيون، هوبهو ائين، بلڪ ان کان به وڌيڪ ننڊ ۾ ڏسندا ۽ ڪندا آهيون. گويا ستي ڪان پوءِ هڪ عجيب عالم اسان جي اڳيان آباد نظر ايندو آهي. اسان مان هرهڪ ٻار، جوان، ٻڍو، عورت ۽ مرد سڀيئي انهيءَ دنيا جو سير ڪريون ٿا ۽ ان نامعلوم آباديءَ سان ڪونڪو تعلق رکون ٿا، مگر ان هوندي به اسان کي بلڪل خبر نه آهي ته خوابن جي هن دلفريب بستيءَ جي اصليت ڇا آهي؟ خواب ڇو ۽ ڪيئن ٿين ٿا؟ زمانه جاهليت کان وٺي اڄوڪي مذهب ۽ جديد سائنس جي ترقي يافته دنيا تائين خواب ۽ ان جي تعبير جو مسئلو هڪ لاينحل معمه رهندو آيو آهي. گهڻي غور ۽ فڪر جي باوجود هن باري ۾ متفقه تحقيق اڃا تائين مڪمل ٿي نه سگهي آهي. ان جو وڏو سبب اهو آهي جو عرصه دراز کان قديم فلاسفرن هن طرف ڪو به توجه

نه ڏنو آهي. ان جو نتيجو اهو ٿيو آهي جو ڪم علم ماڻهن خواب جي حقيقت ۽ تعبيرن بابت پنهنجي سمجهه ۽ علم موافق تاويلون ڪيون آهن ۽ پنهنجي پنهنجي راءِ موجب انهن کي مڃڻ لڳا آهن.

مفڪرين ۽ علماءِ ڪرام جيڪڏهن هن طرف ڪجهه غور ڪيو آهي ته به بلڪل دير سان ۽ اهو نهايت اڻ پورو. جاهليت جي زماني ۾ خواب جي بلڪل گهڻي اهميت هئي. رمل، نجوم، يا فال وانگر خواب مان پڻ ماضي ۽ مستقبل جي حالات جو اندازو لڳايو ويندو هو.

ان کان پوءِ مذهبي علمائن پڻ هن طرف توجهه ڪيو ۽ قريب قريب هر مذهب ۾ خواب جي حقيقت ۽ سچن خوابن جي تعبير جي اصليت مڃي ويندي هئي. جيتري قدر تحقيق جي روشني وڌندي ويئي، اوتري قدر وهمي خوابن جي اهميت گهٽ ٿيندي ويئي ۽ خوابن جي محض شاعرانه تخيل ۽ انهن جي حقيقت ۾ چڱيءَ طرح فرق معلوم ٿي ويو. علماءِ اسلام جي نزديڪ خوابن جي جيڪا حقيقت آهي، تنهن سان ٻين مذهبن جي عالمن ۽ فلاسفرن جو اتفاق راءِ آهي. البت جديد سائنس جي نقطهءِ نظر ۽ قديمي خيالات ۾ فرق ضرور آهي.

اهو امر مسلم آهي ته انسان کي ظاهريءَ طور پنج حواس آهن، ڏسڻ، ٻڌڻ، چکڻ، سنگهڻ ۽ ڇهڻ- اهڙيءَ طرح دماغ ۾ به پنج طاقتون پوشيده آهن. جن کي حس مشترڪ، خيال، متصرفو، واهمو ۽ حافظو چئجي ٿو.

انهن مان هرهڪ جو پنهنجو پنهنجو ڪم جدا جدا جاري آهي. اسين جيڪي به جاڳندي ڏسون، ٻڌون يا ڇهون تا سو سڀ خيال، ۽ حافظي جي مدد سان اسان جي دماغ ۾ ڏنل ڳالهين جون ياداشتون موجود ٿي وڃن ٿيون. اهڙيءَ طرح وري جي ڳالهيون جاڳندي اسان جي وهم ۽ گمان ڪي محسوس ٿين ٿيون، انهن جي ياد به اسان جي دماغ جي پرده تي قائم ٿي وڃي ٿي. مگر جنهن صورت ۾ جاڳڻ وقت اسان برابر دماغ جي انهن طاقتن سان ڪم ڪندا رهندا آهيون، تنهنڪري انهن ڳالهين کي يڪسوئي حاصل نه هوندي آهي. متصرفي جو ڪم اهو آهي، ته جي ڳالهيون، صورتون اسان جي ياداشت ۾ محفوظ ٿي وڃن، انهن ۾ تصرف ڪري انهن کي پاڻ ۾ ملائي: ليڪن ان قوت جو اهو ڪم جاڳڻ واريءَ حالت ۾ پوريءَ شدت سان ان ڪري نٿو ٿي سگهي، جو ان کي يڪسوئي حاصل نه هوندي آهي. جڏهن اسين سمهي رهون تا، تڏهن اسان جا سڀ ظاهري حواس بلڪل غافل ۽ بيهوش هوندا آهن، ليڪن پوشيده طاقتون جنهن جو ذڪر مٿي ڪيو ويو آهي، اهي بلڪل پوري اثر سان جاڳندڙ هونديون آهن، ۽ پنهنجو ڪم شروع ڪنديون آهن. ان مان ظاهر آهي ته قوت متصرفه جڏهن خيال، حافظي ۽ وهم جي سيني ياداشتن تي اثر ڪري ٿي، تڏهن انهن کي هڪدم حرڪت ۾ آڻي ٿي: ان حالت ۾ جو ڪجهه اسان جي

ساهون اچي ٿو، ان کي اسين روڪي نہ ٿا سگهون، ڇوتہ اسان جا ظاهري حواس ان وقت سٽل هوندا آهن. اهوئي سبب آهي، جو اسين خوابن ۾ اهڙيون ڳالهيون ڏسندا آهيون، جو جاڳندي ممڪن نہ آهن. اهو سڀ اهڙيءَ طرح ٿئي ٿو، جهڙي طرح سئنيما جي پردي تي ڪيتريون ننڍيون تصويرون بالڪل وڏيون ڏسڻ ۾ اينديون آهن. عجيب و غريب حرڪتون ڪنديون نظر اينديون آهن. متصرفي جي مشين بہ ساڳيءَ طرح اسان جي ياداشتن جي تصويرن کي گهٽائي وڌائي خواب جي پردي تي آڻي ٿي ۽ اسين چپ چاپ انهن کي ڏسندا رهون ٿا.

مطلب تہ جو ڪجهہ اسين جاڳندي ڏسندا، ٻڌندا يا سوچيندا آهيون، اهوئي اسان جي دماغ جي ياداشتن ۾ محفوظ رهندو آهي ۽ اهوئي اڪثر خواب ۾ ڪڏهن بجنسي ۽ ڪڏهن ڪڏهن گهٽ وڌ ٿي نظر ايندو آهي، قديم فلاسفرن جي نظر ۾ دراصل خواب جي حقيقت اها ساڳي آهي، جا اسلامي عالمن جي آهي. فرق صرف اهو آهي جو هڪڙا چون ٿا تہ خواب سيپٽي گذريل وقت جا خيالات ۽ روايات آهن، جي ننڊ ۾ اچن ٿا، ٻيا چون ٿا انهيءَ حقيقت کانسواءِ خدا جي طرفان انساني روحن کي ڪن خوابن جي ذريعي غيب جون خبرون پڻ ملن ٿيون ۽ اهڙن خوابن کي "رويائي صادق" چئبو آهي. سچن خوابن جا منڪر اهڙي قسم جي خوابن جو ثبوت ملڻ بعد انهن جي اصليت کان تہ انڪار

ڪري ٿي نٿا سگهن، باقي شرم ڪي پرچائڻ خاطر ائين
چوڻ تي مجبور آهن ته جيستائين روح جي مسئلي جو
انڪشاف پوريءَ طرح اچا نه ٿيو آهي ۽ عالم ارواح
جي حقيقت کي سمجهيو نه ويو آهي، تيستائين اسين
اهڙن خوابن جي اهميت کي مڃي نٿا سگهون. گذريل
خيالات ۽ حالات جي خوابن جا مثال ته شب روز اسان جي
اکيان موجود آهن، پر سچن خوابن جا تجربا پڻ اسان
مان ڪيترن اصحابن کي ذاتي طور ٿيندا رهن ٿا. سڀ
کان اول حضرت يوسف عليه السلام جو خواب ان
حقيقت جو گواه آهي، جو متعدد آسماني ڪتابن ۾
موجود آهي.

قرآن ڪريم ۾ ته ان جو مڪمل تفصيل موجود
آهي. توريت ۾ پڻ هن طرح لکيل آهي ته ”حضرت
يوسف عليه السلام ننڍپڻ جي وقت ۾ هڪ خواب ڏٺو
هو، ۽ پنهنجي ڀائرن کي ٻڌايائين ته ”مون خواب ۾
ڏٺو آهي ته منهنجو ڳاڀو اٿيو ۽ سڌو ٿي بيٺو ۽ پوءِ
اوهان جا ڳاڀا جي هيڏانهن هوڏانهن بيٺل هئا سي منهنجي
ڳاڀي جي اکيان آيا ۽ اچي جهڪيا.“ اهو خواب ٻڌي
سندس ڀائر بلڪل ڪاوڙجي ويا ۽ چيائون ته ”ڇا؟
تون اسان جو حاڪم ٿيندين! ۽ اسين توکي سجدو
ڪنداسين؟““ قرآن پاڪ ۾ پڻ بيان ڪيل آهي ته
حضرت يوسف عليه السلام خواب ۾ ڏٺو ته ”سج، چنڊ
۽ ٻارهن تارا مون کي سجدو ڪري رهيا آهن. هن خواب

جي حقيقت جڏهن سندس پيءُ حضرت يعقوب عليه السلام
ٻڌي تڏهن فرمايائين ته ”ڇا تنهنجا ماءُ، پيءُ ۽ سڀ
ڀائر توکي سجدو ڪندا؟“

حضرت يعقوب عليه السلام ٠هن جي سچي خواب
جو تعبير اهو ڪيو ته هو بادشاهه ٿيندو ۽ ان کي سج،
چنڊ يعني سندس ماءُ، پيءُ ۽ يارهن ستارا معنيٰ هن جا
يارهن ڀائر سجدو ڪندا. هيءَ ڳالهه ٻڌي سندس ڀائر
سڀ سڙڻ لڳا. ايتري قدر جو سندس جاني دشمن ٿي
بيٺا، ليڪن باوجود ڀائرن جي دشمنيءَ جي، سندس وار
به ونگو نه ٿيو. جيتوڻيڪ هن کي کوهه ۾ وڌو ويو،
غلام بڻيو، مصر ۾ قيد ٿيو، ليڪن هڪ ڏينهن نيٺ
سندس خواب سچو نڪتو، ۽ خواب جو تعبير پورو ٿيو.
هو سچ پچ مصر جو بادشاهه بڻيو ۽ سندس ماءُ پيءُ ۽
ڀائرن کيس سجدو ڪيو. هن مان صاف ظاهر آهي ته
خواب ڏسڻ وقت اهي خيالات حضرت يوسف عليه السلام
جي وهم ۽ گمان ۾ به ڪين هئا، جي کيس نظر اچن
ها. هاڻي چئو ته اهو روحاني پيغام نه هو ته ڇا هو؟
هاڻي اسين خوابن جي قسمن کي ڇڏي، جديد سائنس
جي نظريي سان خواب جي اصلي حقيقت کي هتي
واضح ڪرڻ ضروري ٿا سمجهون.

مذهبي حيثيت سان جي خواب ناما يورپ ۾ مرتب
ٿيا آهن. تن کي نظرانداز ڪري جيڪڏهن ڏٺو ويندو ته
يورپ جي فلاسفرن خواب جي مسئلي کي سنه ١٩٠٠ع

تائين وهم و خيال کان وڌيڪ ڪا به اهميت نه پئي ڏني آهي. دنيا يونيورسٽيءَ جي هڪ پروفيسر سگمنڊ فرائيڊ سنه ۱۹۰۰ع ۾ خواب جي حقيقت ۽ ماهيت تي ڪافي غور ڪيو. هن فاضل پروفيسر جي خواب بابت ڪيل تحقيقات کان اڳ خوابن جي نفسيات تي ڪا به تصنيف موجود ڪانه هئي ۽ نه وري سائنٽيفڪ طريقي سان هن مسئلي تي ڪو غور ڪيل هو. فرائيڊ جي نفسيات ۾ خواب جي تخيل جو خلاصو هيءُ آهي ته "ننڊ انهيءَ حالت جو نالو آهي، جڏهن اسان جا ظاهري حواس سمهي رهن ٿا. فرائيڊ جي خيال موجب حواسن جون ٻه طاقتون آهن: هڪ شعوري طاقت ۽ ٻي لاشعوري طاقت. شعور جو ڪم اسان جي پنجن حواسن کي ڪم ۾ آڻڻ آهي ۽ لاشعور جو ڪم، شعور جي ماتحت فڪر ۽ غور ڪرڻ آهي.

جاڳندي ۾ اسان جا شعوري حواس ڪم ڪن ٿا، جنهن ڪري لاشعوري طاقت ان وقت ڪم ڪري نٿي سگهي.

وري جڏهين اسان سمهون ٿا، تڏهن شعور جو ڪم بند ٿي وڃي ٿو ۽ لاشعوري طاقت جا تيار ڪيل نقشا آپري اچن ٿا ۽ خواب جي پردي تي انهن جون حرڪتون شروع ٿيڻ لڳن ٿيون. اهي سيئي حالات ۽ خيالات جي جاڳندي وقت اسان جي شعور جي سامهون اچن ٿا، اهي سا ڳيا سمهڻ وقت جڏهن شعور

غافل رهي ٿيو، تڏهن بالڪل جلدي جلدي حرڪت ڪندي نظر اچن ٿا.

هن ساڳئي نظريي جي تصديق هڪ ٻيو فلاسفر پروفيسر برگسان پڻ ڪري ٿو. هن جو خيال آهي ته بي شمار خواهشون، خيالات ۽ صورتون اسان جي دل ۽ دماغ، ذهن ۽ حافظي ۾ بند رهن ٿيون ۽ جاڳڻ واريءَ حالت ۾ انهن سڀني تي شعور جي روشني پيل هوندي آهي. اهڙيءَ طرح ٻوري لاشعور جي مدد سان جو ڪجهه به سوچيندا آهيون، اهو به دماغي ياداشت پيل هوندو آهي، مگر ان جو مثال هڪ اونداهي ڪوٺي وانگر آهي. اسان جون اهي ياداشتون ذهن جي اونداهي ڪوٺي ۾ بند هونديون آهن، جن جي مٿان شعور جي روشني پکڙيل هوندي آهي ۽ هيٺان لاشعور جي طاقت ڍڪيل هوندي آهي، تنهنڪري جڏهن جاڳندا آهيون، تڏهن انهن ڳالهين ڏانهن ڪو به توجه نه ڏيندا آهيون، جن کي شعور ذهن ۾ بند ڪيو ويٺو هوندو آهي. سمهڻ بعد جڏهن شعور پنهنجو ڪم بند ڪري ٿو، تڏهن انهيءَ اونداهي ڪوٺي جو دروازو پاڻيهي کلي پوي ٿو ۽ سڀئي رڪاوٽون دور ٿي وڃن ٿيون. تنهن کان پوءِ اهي بند ٿيل ياداشتون انهيءَ اونداهي ڪوٺي سان هڪدم نڪرڻ شروع ڪن ٿيون ۽ لاشعور جي تاريڪيءَ ۾ حرڪت ڪرڻ شروع ڪن ٿيون. اهڙي حالت کي خواب لهڻ چئجي ٿو. هائي جي ڳالهيون

سمهڻ کان اڳ اسان جي ذهن ۽ دماغ کي ويجهو هونديون آهن ۽ جي آواز اسان جي ڪنن تي پنهنجو اثر زياده ڪندا آهن، اهي ئي ڇتيءَ طرح سان ڦهريائين اسان جي سامهون خواب جي صورت ۾ اچن ٿا. اها آهي جديد سائنس جي روشنيءَ ۾ خواب جي حقيقت.

هاڻي اچو ته قديم ۽ جديد فلسفه خواب جي نقطه نظر کان خوابن جي تعبيرن ۽ اثرات تي روشني وجهون. سڀ کان ڦهريائين خوابن جا قسم جي دنيا جي فلاسفرن ٻڌايا آهن انهن جو بيان ٿا ڪريون:- ڦهريون خواب پريشان، ٻيو خواب مرض، ٽيون خواب صحيح يا رويائي صادقه. ان ۾ شڪ ڪونهي ته سڀئي خواب سچا ۽ قابل يقين نه آهن.

ڦهرين ٻن قسمن يعني خواب پريشان ۽ خواب مرض جي متعلق قديم خواه جديد فلاسفرن جو پاڻ ۾ اتفاق آهي، باقي خواب صحيح بابت جديد سائنس کي اڃا يقين نه ٿيو آهي.

(۱) خواب پريشان، اهي خواب آهن جي هاضمي جي خرابي يا دماغ جي پريشانيءَ ڪري ننڊ ۾ ڏسڻ ۾ ايندا آهن، جهڙي طرح سياري ۾ ننڊ جي حالت ۾ جيڪڏهن اسان جي مٿان سوڙ يا رضائي لهي ويندي آهي، ته اسان خواب ڏسندا آهيون ته بلڪل اگهاڙا گهمي ڦري رهيا آهيون، يا وري جيڪڏهن اڄ بک ۾ سمهڻو آهي ته خواب ۾ چڱا چڱا طعام کاڌي لاءِ ملندا آهن،

جي ڪائي ڏؤ ڪبو آهي، مگر اک ڪالهه سان انهن جو ڪوبہ اثر نظر ڪونہ ايندو آهي. بعض اوقات هن قسم جا ڪي خواب سچا بہ نڪري پوندا آهن، چنانچ يورپ جي مشهوره آفاق شاعر ”ڪولرج“ جو نظم ”قبلا خان“ جنهن ۾ ٻن سون کان ٽن سون ٽائين مصراعون خواب ۾ چيل آهن، سي سڀ کيس ياد رهيون، جي جاڳڻ تي هن قلمبند ڪري ورتيون

(۲) خواب مرض ۾ اهي خواب داخل آهن، جي ڪنهن بيماريءَ جي حالت ۾ سٽي ڪان پوء نظر ايندا آهن، مثلاً اسان جي دماغ تي بخار سببان گرميءَ جو اثر غالب هوندو آهي تہ اسين خواب ۾ ڏسندا آهيون تہ ڪنهن باه ۾ گهمي رهيا آهيون يا باه جا شعلا اسان کي ساڙي رهيا آهن. خواب مرض جو تعبير تہ بلڪل آسان هوندو آهي. جيڪڏهن بيماريءَ جي زماني ۾ اسان کي خواب ۾ زرد رنگ جون مختلف شڪليون وڙهنديون يا مارڪٽ ڪنديون ڏسڻ ۾ اچن تہ يقين آهي تہ اهي صفرا جي گهٽائي سبب، يا خوش نما صورتون ڏٺيون وڃن تہ يقين آهي تہ خون جي ڪثرت سبب هونديون. درياء ۾ ترڻ، مينهن پاڻيءَ جي طغياني ڏسڻ بلغم جي زيادتي جي علامت آهي. ڪاري رنگ جون صورتون جهڙوڪ:- قبرستان، مردا، ڪارا ڪتا، ديو، ڀوت، انڌا ماڻهو وغيره خوابن ۾ ڏسڻ سودايت جي نشاني آهي. ليڪن هنن خوابن ۾ روزمره جي زندگيءَ وارن واقعات کان ڳالهيون

ٻاهر هرگز نه هونديون آهن. جديد تحقيقات کان پوءِ نفسياتي نقطهٔ نظر سان بعض ڊاڪٽر گهڻن مرضن جي تشخيص ۾ هنن خوابن جي مدد وٺندا آهن.

(٣) سچن خوابن بنسبت افلاطون جي ڪيل تحقيق، گهڻيءَ حد تائين سچي ثابت ٿي آهي، هن جو چوڻ آهي ته خواب ۾ اسين عموماً اهائي ڳالهه ڏسون ٿا، جا جاڳندي وقت ڏٺي يا ٻڌي اٿئون، ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته اهڙا خواب فقط ڪاڏي ڪائڻ بعد جڏهن سمهجي ٿو، تڏهن ڏٺا ويندا آهن، پر انهن کان سواءِ ٻيا به خواب آهن، جي اسين خالي الذهن هجڻ ڪري ننڊ ۾ ڏسندا آهيون. انهن خوابن جو تعلق ڪنهن ٻيءَ دنيا سان آهي. چنانچ هن خيال جي تصديق علماء اسلام خصوصاً ۽ ٻين مذهبن جي بزرگن عموماً ثبوت سان ڏني آهي. ازانسواءِ ان باري ۾ ڪيترا واقعات ۽ تجربات پڻ موجود آهن. دنيا جي ٻن فلاسفرن هيپاڪريٽس ۽ گيلن جو پڻ متفق فيصلو آهي ته ”جيڪي خواب ۾ اسين ڏسون ٿا، انهن مان ڪي يقيناً خدا جي طرف کان آهن.“ مذهبي روايت ۽ بيانات کي ڇڏي جديد ماهرين نفسيات جا رايا به گهڻي حد تائين سچن خوابن جي حقيقت کي مڃين ٿا. پوءِ ڪٿي ڇٽيءَ طرح نه مگر گول مول نموني ۾ مڃين ٿا. ڊاڪٽر ريورز چوي ٿو ته ”اسين خواب ۾ جا حالت ڏسون ٿا، اها ڪيفيت اگر خواب ۾ ئي ختم ٿي وڃي ته ان جو تعبير اهو نه ڪرڻ گهرجي ته ان جو نتيجو

آئيندي ڪجهه به نه ٿيندو، پر اتي ئي ختم ٿي چڪو. پر جيڪڏهن اها حالت خواب ۾ اڻ پوري رهجي وڃي يا ڪشمڪش ڪي جاري ڏسنديءَ ئي اک کلي پوي ته ان جو نتيجو ضرور نڪرندو ۽ اهو نتيجو ناخوشگوار هوندو. ڊاڪٽر ايونڱ جلو پروفيسر فرائيڊ جو مکيه نائب هو، سو چوي ٿو ته:-

”انسان لاءِ خواب اهم ۽ مفيد ٿيندا آهن، بشرطيڪ اسان کي انهن جو صحيح تعبير ڪرڻ اچي. خواب جي مختلف نظرين جو لب لباب اهو آهي ته خوابن جو صحيح تعبير فقط تڏهن ڪري سگهبو جڏهن پهريون خواب ڏسڻ بعد ان جا واقعات پوريءَ طرح ياد رهن ۽ بيو ته خواب ۾ ڏٺل ڳالهيون اهڙيون هجن، جي اسان نه ڪڏهن ڏٺيون هجن، نه ڪڏهن ٻڌيون هجن ۽ نه ڪڏهن انهيءَ بابت اسان روزمره جي زندگيءَ ۾ ڪو ذڪر يا احوال ئي ڪيو هجي، جيڪڏهن اسان کي يقين ٿئي ته جاڳندي وقت اسان جا ذهن خوابن ۾ ڏٺل واقعات کان بلڪل خالي هئا ته پڪ سمجهڻ گهرجي ته اسان جو خواب سچو آهي. پوءِ ڀلي اهڙي خواب جو تعبير ڪرائجي.

علماء اسلام جو عقيدو آهي ته ”جو خواب دماغ جي درستي، جسم جي پاڪيزگيءَ ۽ خيالات جي صفائيءَ جي حالت ۾ ستي پئي ڏسجي ٿو،“ اهو خواب بلڪل سچو آهي، ۽ ان کي خدا جي طرفان روح کي هڪ

مليل پيغام سمجهڻ گهرجي.“

چيو وڃي ٿو ته شاعرن، شريرن، مستن، مريضن، ۽ غمگين انسانن جا خواب اڪثر سچا نه هوندا آهن. خواب ۾ اسين بعض اوقات ماضيءَ ڪان سواءِ حال جون ڳالهيون ۽ مستقبل جا واقعات، قريبي رشتيدارن ۽ احباب جا خيالات پڻ معلوم ڪندا آهيون. اهي خواب سڀ روحاني چيا وڃن ٿا.

والله اعلم بالصواب

# وسڪارو

ڪهڙي نہ ڪپ ورندي ڏنائين، سچ پچ تہ ھو بہ اڀم ٻچڙو، مگر سندس وراڻيءَ منھنجا ننپ ڏي ٽاري ڇڏيا. ٻارن جا امتحان وٺندي سڄي ڄمار گذري وئي اٿم، پر ھھڙو تڙ جواب ڪڏھين ڪونہ مليم. سو بہ ھڪ ٽڙ جي ڇوڪر کان! ٻئي ڪتاب جي مندن جو سبق ھو. سنڌ جي ڇوڪرن کان جڏھن پڇندو آھيان تہ "سال ۾ مندون ڪيتريون آھن ۽ ڪھڙيون آھن." تڏھن سڀ ڪو طوطي وانگر چئي ويندو آھي تہ "سائين چار مندون: سيارو، بهار، اونهارو، سرءُ. وري جي پڇبو آھي تہ "چئن مندن ۾ چڱي مند ڪھڙي؟" تہ ٺڪ ورندي ڏيندا آھن تہ "سائين بهار." پر ھن ٽڙ جي سادي سودي ٻار کان جڏھن پڇيم تہ "پٽ! سڀني مندن ۾ سٺي مند ڪھڙي؟ تڏھن سمجھو ٿا تہ ڪھڙو جواب ڏنو ھوندائين! ٺڙ ننپ چيائين تہ سائين "وسڪارو" ڪا گھڙي تہ ماٺ ۾ پئجي ويس، ڇڙ ڏيکر اچي ويا. فل مارڪون ڏنيون مانس. ڀلا سندس جواب ڇو غلط سمجھان؟ جيڪڏھن بهار چوي تہ صحيح نہ تہ ھروڀرو غلط ڏيانس ۽ مارڪون ڪاٽي وجھانس! ويچاري ٽري ٻار لاءِ سچ پچ

وسڪاري يعني سارنگ ڪان سواءِ ٻي ڪهڙي مند چڱي چئي ٿي سگهجي؟ بهار جون ٻاتيون ته اهي ڪن جي ڪشميري يا انگلستاني هجن يا وري ٻين ٿڌن ملڪن جا رهاڪو هجن، جن منڌان مند بهار جا جوڀن اکئين ڏٺا هجن. وڻن ٻوٽن جو ڦوٽهڙو، ڦلوارين ۾ رنگارنگي گلن ڦلن جي ڦڙڻ ۽ ڪڙڻ جو درشن پنهنجي نيڻن نهاري ڏٺو هجي ۽ صبح شام چمنن ۽ باغن جو سير ڪري ساهُ ورتو هجي.

ويچارو ٿري چيا چاڙي ته ڏار ڏار سڳنڌ وارا گل ٽيندا ڇا آهن، باغ ۽ بهار ڪهڙين بلائن جا نالا آهن. هن لاءِ ته سموريءَ خدا جي خدائيءَ ۾ وسڪاري ڪان وڌ ٻي ڪهڙي بهار آهي. هزارين بهار جون مندون وسڪاري تان گهوري ڦٽيون ڪجن. ٿر جي بهار به بيشڪ آهي ٿي وسڪارو. چاڪاڻ ته چندون يا وسڪارو ٿئي سارنگ ساوڻ ۾، تنهنڪري چوڪر ويچاري سارنگ کي نالوئي وسڪارو ڏئي ڇڏيو. ڪهڙو نه سٺين پارئين پورو نالو! ٿري ويچارا چون ته سائين اسان جو ملڪ آهي ٿي ڪڪر تي. ٻين ملڪن جي ماڻهن جون اکيون زمين ۾ هونديون آهن، پر اسان جا نيڻ آسمان ۾ کتل هوندا آهن ته ڪڏهن ٿي ڪاري گهٽا ڪر ڪٿي. وڃ ڏسيو پيا وهسندا آهيون، نماڻا نيڻ کڻي آڪاس ڏي ليا پائي پيا لوچيندا آهيون ته ڪٿان ڪا ڪڪرن جي ڪس ڏسڻ ۾ اچي ٿي؟ جيڪڏهن ويچارن ٿرين

ڪي موگهون پسيون ته چوندا ته اڃهي چندون آئيون.
جي بادلن ۽ ڪوئين ڪيل ڪيا ته بس بود ۾ اڇي ڏونئا
ڏيندا ۽ ڪجليا پيجليا ۽ پانت پانت جا گيت ڳائيندا
۽ شڪراني جون ڳُهِڪَهِريون رڏي گهر گهر ورهائيندا.
جڏهن اگوندرو آب اٿو ۽ پلر جي پالوٽ سان اڄ ٿي
اڄ ڏسڻ ۾ آئي تڏهن اڇي سنگهارن کي سڪ تيندي،
هڪ سگهڙ ويچاري چيو آهي ته:-

"پاڻ ڏٺي پيدا ڪيو توڪ وڏو هي تر،
آهي شيل ان سان، پهرين پـــاڙ ڪر،
وسن مينهن ملڪ تي، تئي الاهي امر،
پيرا ڏيو پٽن تي، ڪوڏ وسي ڪڪر،
لهي ڏولاهو ڏيهه تان، تدو تئي تــر،
تين تاڏليون تــر ۾، پين پـاڪ پلر،
وڪـٿڙيون ولـهارن ۾، ڦٽي جهلين ڦــر،
آسرو ڪري الله جو، هاري هٽن هر،
سپاجهو ثمر، تو آگو ڏياري ان ڪي."

مطلب ته مينهن وسي اوڪاٹو ته پٺي ڏينهن هاري
هر کڻي هلڻ سوڌو ٻنيءَ ڏي ٻج جي پاڻي کڻي راهي
تي ويندو. اسان جي سنڌ ۾ مينهن جو ڪهڙو قدر آهي؟
هتي ته مينهن ڪڏهن رحمت جي بدران ڦري
زحمت ٿيو پوي. گپ چڪ لڳيو وڃي، جايون ڊگهيون
ڊهيو پون، فصل ٻڏيو وڃن، واهن ۾ گهارا پئجو وڃن،
ڏهاڙي جو ڪم ڪار روڪجو وڃي، ماڻهو ڪڪ ٿيو

ڪريم ڪي ڪوڪارين تہ ميهن مانو ٿئي. پاڻيءَ جو نيڪال نہ هئڻ ڪري پاڻي ڪنو ٿئي، پوسل ڪري، مڇر مهو ٿئي، اپت ۽ ڏپ سازي، روڳ وڌي، ۽ اگهائي اسري. مطلب تہ واڌي ڪان گهاٽو گهٽو ٿئي. پر ٿر جي واريءَ زمين ۾ قسمين قسمين گاهہ ڦٽن، ڳنڊير، ڳم، چيهو، چل، للر لمب، پرت، مرت، مانڌاٽو، مڪڻي، بيڪڙ، پنگري ۽ ٻيا انيڪ گاهہ اپري پون ۽ مال لاءِ مٺو چارو موجود ٿيو پوي.

”تاريلا ٿرن ۾، ڪن رهاڻيون رس،
وٺا ميهن ملڪ تي، واحد ڪئي وَس،
هاديءَ جي حڪم سان، ڳلن چانيا ڳس،
اچي خوشبوءِ ان مان، قلبئون لهي ڪس،
مال ڪاهي ماڻهو اچن، لاڙ منجهارا لس،
ناري منجهان نڪريو، ڪنڌي جهلين ڪس.“

سبحان الله! ٿر ويچارو آهي بہ سارنگ سان، وسڪاري جي ڏاڻي ٿر ڪي سنڌ جو ڪشمير چئجي تہ ڪوبہ وڌاءُ ڪونهي. ڪيئن نہ اڇاپل خشڪ ريتيءَ تي ميهن پوڻ سان ساوا گاهہ اڏما ڏئي اٿندا آهن! سچيون پٽون، ماٿاريون، ڏڙڪول، گوچارون، ڍهر ويٺر، مڙها، مڙهڪيون، دڙا دڪيون ڪيئن نہ ساوڪ سان سٽجي ويندا آهن. ساري ڌرتي چڻ تہ سائو وڳو ڍڪي سوپياوان پٽي ڏسڻ ۾ ايندي آهي. پلر جي پالوٽ سان ٽوپا ترايون ڇاڇر جي ڇولي پوندا آهن. ڪکن تي ريڊارن جون رهاڻيون ۽

پٽارين جون رنيون ۽ ناد هڪ واريءَ تہ هنئين کي هرکايو وڃن. وري وٽندڙ هير بہ تہ چت چورايو وڃي. کھڙا بہ سخت ڇوھا اچن يا اوھيڙا اٿن، تہ ٿر جي اجايل واري پاٽي پيئو وڃي. نہ گپ ٿئي نہ گارو، نہ روڳ نہ مڇرن جو مارو. جھولن ۽ لڪن جي سڙيل ۽ تتل واري ٺريو ٺمپ ٿيو پوي. پڪيون عمارتون ڪونہ هجن جي ڏهي پون. هتي تہ رڳو چونرا ۽ ۽ چونڪيون، ڇنا ۽ لانڊيون هجن ٿيون، جي ڏوپي اوجل ٿيو پون. مينهن وسي بہ ڏينهن، ڇنا ڌمن ڇهہ ڏينهن. ڪکائان گھر ٺڏا ۽ ٿانئرا ٿي سرڳ سمان ٿيو پون.

مطلب تہ سنڌ سونهاريءَ جي سيني شاعرن جي سرتاج ڀٽائي گھوٽ عليہ الرحمة ٿر ملڪ ۾ ڪي تہ خوبيون ڏٺيون هيون، جن هن قدرت جي سچي عاشق کي ٿر جي ڪک پن تي موهت ڪري وڌو هو ۽ سر سارنگ ۾ بي ڌڙڪ چئي ڏنائين تہ:-

سارنگ سار لهيج الله لڳ اڄين جي،
پاٽي پوڄ پٽن ۾ ارزان آن ڪريج،
وطن وسائيج تہ سنگھارن سک ٿئي.

—٭—

سارنگ کي سارين ماڻهو مرگھہ مينهيون،
آڙيون ابر آسري تاڙا تنوارين،
سپون جي سمنڊ ۾ نئين سر نهارين،

پـلــر پيارين تـــہ سنگهارن سک ٿئي.

منڊ تي منڊل منڊيا، ڪئي اوهيڙن اوڪ،
چاچر تي چنن ۾ مينهيون چرن موڪ،
سَرهيون ٿيون سنگهاريون، پويو پائن طوق،
ميها چيڙ ڦنگيون، جت ٿين سيپئي ٿوڪ،
لاهئين مٿان لوڪ، ڏولائـــي جا ڏينهڙا.

منڊ تي منڊل منڊيا، تاڙي ڪئي تنوار،
هاريــن هـــر سنباهيا، سَرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا وِس ڪيا.

ڏيت ڏيري پــٽ پيئون وچــن ڪيا ڏرم،
واحـد وڏائـي ڪيا ڪنڊين.سان ڪرم،
سنگهارن شـــرم، رکين منهنجا سپريــن.

موتي مانداڻ جـــي، پيري ڪيائين پـر،
وچون وسڻ آئيون ڪوڏان ڪٽي ڪر،
مينهيون پاڻ مراديون ٿڌا چرن تـــر،
وڏي اوهہ آئيون پٽيءَ لائـــي ڦـــر،
ساري اچيو سامهيون.ڏيــن ڪير سچر،
سَاڻ واندين وڙ، پرين پرچڻ جـَا ڪيا.

# مــوت

هن عالم فانيءَ جي نيرنگين جو ڪير انڪار ڪري سگهندو؟ هن جهان جي ڪنهن به شيءِ کي هرگز ڪو قرار نه آهي.

سکوں محال ہے قدرت کے کارخانہ میں،
ثبات ایک تغیر کــو ھے زمــانــہ میں.

ڪالهه جهڙيون حالتون اڄ نه آهن. جن جي نالي ڪان ڪلهه وڏا وڏا بهادر به ڏڪيا ٿي اڄ اهي مٽيءَ جي پيٽ ۾ داخل آهن.

وٺي خاڪ ڪـائي گهڻن جو مٿو،
اچـا خـاڪ جو پيٽ پرجي نٿو.

ڪالهه جنهن جاء تي سربفلڪ محلاتون هيون، جن ۾ عيش عشرت جـو دور دورو هو، اڄ اتي صرف خاڪ جا ڍير آهن.

پرده داری میکند برقصر کسریٰ عنکبوت،
بـوم نوبت میزند بـر گنبذِ افـراسیاب.

جي ڪالهه تاج و تخت جا مالڪ هـوا، اڄ اهي گدائيءَ ڪندي نظر اچن ٿا. جيڪڏهن انسان پنهنجي زندگيءَ تي غور ڪري ته هوندڪبس پنهنجي عيش عشرت،

منصب حڪومت ۽ اختيار قدرت جي صحيح حقيقت معلوم ٿي وڃي، ليڪن انسان غفلت جو مجسمو آهي. هنکي پنهنجي دنيوي مشاغل کان ايتري فرصت ڪٿي آهي، جو پنهنجي انجام تي نظر ڪري! جڏهن هيءُ غافل انسان پنهنجي زندگيءَ جي انتها تي غور نہ ٿو ڪري، جنهن جي مدت صرف چند سال آهي، تہ پوءِ، هو هن ساريءَ ڪائنات جي انجام تي غور ڪرڻ طرف ڪيئن مائل ٿيندو، جا هڪ ڏينهن ضرور فنا ٿيڻ واري آهي! ”ڪل من عليها فان“

يقين آهي تہ هرڪو ذي روح يا تہ پنهنجي زندگيءَ جا مختلف درجا طي ڪري آهستي آهستي ڪمزور ٿي مري وڃي ٿو يا بلڪل چڱو ڀلو ڪنهن اوچتي حادثي ۾ گرفتار ٿي فنا ٿي وڃي ٿو. طبعي عمر پوري ڪري مرڻ ڪي موت چئجي ٿو) ۽ ڪنهن ناگهاني حادثہ جي صدمي سان جان ڏيڻ کي حادثاتي موت ڪوٺجي ٿو. نسل حيوانيءَ سان پڻ ساڳيو قاعدو لاڳو آهي تہ يا هو طبعي موت مري يا حادثي جي سببان يڪ لخت صفحہ هستيءَ تان ميٽجي وڃي. بهر صورت هر ڪنهن کي موت سان هڪ ڏينهن ضرور ملاقي ٿيڻو آهي.

بيشڪ موت بظاهر نهايت هولناڪ نظر اچي ٿو. موت جو نقشو اڪثر مذهبن جي شاعرن، فيلسوفن ۽ مصورن نهايت ڀيانڪ ۽ خوفناڪ ڪري چٽيو آهي. هندو ڌرم ۾ موت جي خيالي تصوير عموماً هڪ

دهشتناڪ ديو ۽ وحشتناڪ راڪاس سان متشبه ڪيل آهي، مگر موت چونڪ هڪ اهڙو فطري امر آهي جو بلڪل اڻ ٽر آهي.

ڪل نفس ذائقة الموت.

۽ ڪو به ان کان آزاد رهي نٿو سگهي ۽ ان جو وقت معين آهي.

فاذاجاء اجلهم لا يستاخرون ساعته ولا يستقدمون.

تنهنڪري مذهب اسلام موت کان ڊڄندڙن کي نهايت بزدل ۽ ضعيف الايمان سڏيو آهي. علامه سر محمد اقبال فرمايو آهي ته:-

نشان مرد مومن با تو گويم
چو مرگ آيد، تبسم برلب اوست

هڪ سچي مومن کي موت اهڙو پيارو هئڻ گهرجي، جهڙو هڪ ڪافر کي حياتي پياري هوندي آهي.

هيءَ فاني زندگي درحقيقت حيات ابدي جو فقط هڪ پاڇو آهي، جيئن مولانا رومي فرمايو آهي ته:-

مرگ مارا زندگي ديگر است
زهر مرگ از شهد شيرين خشتر است
مرگ سازد، مغز را صافي زپوست
تا رساند دوست را نزديک دوست

ياد رکڻ گهرجي ته موت کي مرحبا صرف اهي ئي ڪندا جن جا اعمال صالح هوندا يا جن پنهنجي زندگي جا قيمتي لمحا، بي پناهه خطائن ۽ سياه ڪارين ۾ ضايع

ڪرڻ ڪان بچايا هوندا. قرآن مجيد فرقان حميد ۾ الله تبارڪ و تعاليٰ ارشاد فرمائي ٿو ته:-

إن زعمتم إنكم أولياءُ الله من دون الناس فتمنوا الموت إن كنتم صادقين.

تنهنڪري هرهڪ انسان تي لازم آهي، ته موت کي هميشه آئيني مثل پيش نظر رکي ۽ حياتيءَ جي دمن کي هڪ وڏي غنيمت سمجهي.

خيرے کن اے فلان، غنيمت شمار عمر
زان پيشتر کہ بانگ برآيد فلان نماند

زندگي جي هر هڪ ساعت جا اسان کي هن دارفانيءَ ۾ مهلت طور مليل آهي سا اسان کي گهرجي، ته احڪام الاهيءَ جي روشنيءَ ۾ صرف ڪريون.

فاعتبروا يا اولي الابصار.

# عبرت خانو

هونءَ تہ ساري مخلوقات ۾ حضرت انسان کي الله تعاليٰ وڏيڪ شرف وارو ڪري خلقيو آهي ۽ ڪيس اشرف المخلوقات جي نالي سان سڏيو ويو آهي، هن خدا جي مخلوق کيَ باقي سڀ شيءِ تي قادر ڪيو ويو آهي ۽ هر نوع جي وحوش ۽ طيور ۽ ديگر حيوانات درندن ۽ چرندن تي ڪيس فوقيت حاصل آهي. حضرت انسان ۽ باقي مخلوقات جي درميان صرف اهو فرق حائل آهي، جو اسان کي حس ۽ ادراڪ بخش ڪيل آهي، جنهن جي وسيلي هو پنهنجي مشڪلات جو حل ڳولي سگهي ٿو. پنهنجون ضرورتون رفع و دفع ڪري سگهي ٿو. پنهنجي عقل سليم جي مدد سان هو باقي سيني ساهہ وارن کان فضيلت وارو ليکيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ انسان پنهنجي خمير ۽ تعمير ۾ ضعيف بہ آهي، تاهم ادراڪ جي بي‌نظير ذات سبحان، باقي ساهہ وارا سندس اڳيان سرخم، مرعوب ۽ مجبور آهن. ڪنهن حد تائين هرهڪ جاندار شيءِ کي پڻ عقل عطا ڪيل آهي، جنهن جي ذريعي هو ڦرڻ، چمڻ نپائڻ، جاڳڻ سمهڻ، کاڄڻ پيئڻ، ضروري حاجت پوري ڪرڻ، جوڙو

جوڙو ٿي رهڻ، پيار ڪرڻ، نسل پيدا ڪرڻ، ڪم ڪار ڪرڻ، آرام وٺڻ، خوشي ۽ راند روند ڪرڻ، اهي سڀ زندگيءَ جا مشاغل آهن، جي ٻين حيوانن ۽ انسانن ۾ بلڪل هڪ جهڙا آهن. سڀ پکي خواهه جانور پنهنجي زندگيءَ جي بقا لاءِ مختلف نمونن جا اپاءَ وٺن ٿا. اوهان ڏٺو هوندو تہ پکي پاڻ کي گرميءَ سرديءَ کان بچائڻ لاءِ ۽ پنهنجي آرام لاءِ ڪيئن نہ عجيب و غريب قسمن جا آشيانا جوڙيندا آهن! وري جانور کهڙيون نہ عبرتناڪ ڏريون کوٽيندا آهن!

ڪتي ۽ ٻين گهرو جانورن جو پنهنجي مالڪ کي سڃاڻڻ ۽ ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ ۽ ان سان وفادار ٿي رهڻ ۽ ان جا هٿ چٽي پيار جو اظهار ڪرڻ، انهن جي عقل ۽ سمجهہ جو ٻين ثبوت آهي. ٻچا پيدا ڪرڻ، انهن کي دشمنن کان بچائڻ ۽ کين قوت رسائڻ، اهڙا ڪارناما آهن، جي سندن عين عقل جو دليل آهن. ڪانءَ جو ڪسان ڏسي فرار ٿيڻ، هاٿيءَ جو ڪنهن پل تان لنگهڻ مهل احتياطاً پير رکي تسلي ڪري پوءِ لنگهڻ تہ آيا اها پل سندس بدني بار برداشت ڪري سگهندي ۽ ڪري تہ نہ پوندي، ماکيءَ جي مک جو شهد ڪٺي ڪرڻ، نئين چاول چيلي جو بگهڙ کي ڏسي ڊڄڻ، ٻچن کي بچائڻ لاءِ هڪ ڪڪڙ جو سرڻ سان مقابلو ڪرڻ، گهريتڙيءَ جو گهر بنائڻ ۽ ٻچي جي قوت لاءِ هڪ ڪيئين کي

گهر اندر سوگهو ڪرڻ، وغيره وغيره. اهي سڀ اهڙا امر آهن، جن جي لحاظ کان اهو هرگز چئي نٿو سگهجي تہ اسان کان سواءِ باقي ساهہ وارن کي عقل يا سمجهہ ڪانہ آهي. ڪن ڪتابن جي مطالعي مان معلوم ٿو ٿئي تہ هڪ سمنڊ جو پکي اهڙو بہ آهي، جنهن کي جڏهن قبضي ٿيندي آهي، تڏهن سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ مان پنهنجي ڏگهي چهنب پري پنهنجي مخصوص جاءِ ۾ وجهندو آهي. جنهن ڪري هن کي جلاب اچي ويندو آهي ۽ وٺ لاهيندو آهي. اهو هڪ چشمديد واقعو آهي تہ جڏهن ڪو نور مرندو آهي تہ ٻيا نور ان کي ڪٺندا گهليندا هلندا آهن ۽ وقفي وقفي تي اُيا. ٻيهي خاڪ وسائيندا گويا پٽيندا ماتم ڪند ويندا آهن. ڪانو جي ڪان ڪان تي ڪانون جو همدرديءَ لاءِ جمع ٿيڻ، گدڙ جي اونائيءَ تي گدڙن جو اونائڻ، پکين جا ولر ولر ٿي اُڏامڻ، اُٺ، گهوڙو، مينهن، ڳئون، رڍ، ٻڪري ۽ ٻئي چوپائي مال جو مالڪ جي سڏ تي آواز ڏيڻ ۽ ٻيا ازين قسم جا تجربا ٻڌائين ٿا تہ تحقيق جانورن ۾ پنهنجي ضرورتن جيترو عقل ضرور آهي. تڏهن باقي ڪهڙو فرق آهي، جنهن ڪري انسان اشرف‌المخلوقات جو عظيم‌الشان لقب حاصل ڪيو آهي! اهو آهي ادراڪ. جنهن ڪري هي ٻہ پيرو اپو جانور مسمي انسان، قوت مدافعيت سان ضروريات جو حل سوچي پنهنجي تڪليف دفع ڪري سگهي ٿو. هڪڙو مرون جيڪڏهن دريا

جي محيط هئڻ سبب يا ان جي هولناڪ رواني ءَ سبب
پار اڪرڻ جي قوت نہ رکندو هوندو، مجبوراً موٽي
ويندو. هڪ پکي پنهنجي آکيري کي سڙندو ڏسي،
بيچارگي ءَ حالت ۾ دانهون ڪندو خاموش رهجي ويندو.
مگر حضرت انسان درياءَ جي پار وڃڻ واري ضرورت
پل ٻڌڻ سان دفع ڪندو ۽ گهر جي باھ، پاڻي ءَ وسائڻ
جي ڪوشش ڪري ڪامياب ٿيندو. هوا ۾ پرواز
ڪرڻ لاءِ هوائي جهاز ناهيندو. زمين جي مسافت
تيز رفتاري ءَ سان طئي ڪرڻ لاءِ ريل يا موٽر جوڙيندو
سامونڊي ءَ يا دريائي سفر لاءِ آگبوٽ يا ٻيڙي ءَ جو
ذريعو پيدا ڪندو. خبر رساني ءَ لاءِ تار يا ٽيليفون يا
ريڊيو ناهي وٺندو، جي ڳالهيون ٻئي ڪنهن جاندار
شيءِ لاءِ ناممڪن امر آهن. حضرت انسان ئي آهي جو
نطق جي ذريعي دنيا جا علوم و فنون سکي سگهي ٿو.
سائنس، انجنيري، ڊاڪٽري ۽ ٻيا تمام صنعتي ڪمالات
انساني ادراڪ جو ادنيٰ ڪرشمو آهن.

مگر افسوس! هي برتر بزرگ ۽ اعليٰ شرف وارو
متبرڪ مخلوق يعني تہ انسان، جڏهن ڪن دنيا جي
مصيبتن جي ناقابل برداشت هجوم ڪان مغلوب ٿي،
دماغي توازن وڃائي، جڏهن اها ادراڪ جي اعليٰ نعمت
گنوائي ويهي ٿو، تڏهن هن جو هرهڪ فعل جو هون ءَ
قابل تعريف ۽ تحسين آهي، سو بلڪل اڻ وڻندڙ ۽
ڪلڦ هاب ڏسڻ ۾ اچي ٿو. هن جا سڀ سودمند اعمال

قري، بي سود افعال تي پون ٿا. هنجون صلاحيتون سلب ٿي وڃن ٿيون، هنجون عمديون تدبيرون ۽ افضل تجويزون، هنجا هنر ۽ حرفتون ناڪام ثابت ٿين ٿيون. هنجي دانائي ناداني ۾، عقلمندي بيوقوفي ۾، سياڻپ اياڻپ ۾، اخلاق بداخلاقي ۾ تبديل ٿي وڃن ٿا. هن کي نہ پنهنجي جسماني صفائي جو احساس آهي نہ مائٽ ۽ اولاد جي شناس آهي. نہ دوست دشمن جو امتياز آهي ۽ نہ کيس خورد نوش يا لباس جي ساڃهہ رهي ٿي.

اهڙي منزل تي هن، خدائي برتر جي بهترين مخلوق کي ديواني، پاڳل يا چريي جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. سندس جنس وارو هر هڪ انسان کانئس گريز ڪري ٿو ۽ هن کان نفرت ڪري ٿو، هنتي ڪلي تو ۽ آخر هن تي افسوس پڻ ڪائي ٿو. هن جا عزيز و اقارب، هن کان بيزار ۽ خفي ٿي وڃن ٿا. هن جي زندگي پنهنجي خاندان لاء رحمت جي بجاء زحمت ۽ وبال ٿي پوي ٿي. هن جا متعلقين هن کي قبضي ۾ رکڻ لاء ۽ هن کي ديوانگي وارن نقصانات کان باز رکڻ لاء تنبيهہ ڪن ٿا ۽ بسا اوقات مار ڪڍن ٿا. بعضي حالتن ۾ جڏهن هن جي ديوانگي خطرناڪ ثابت ٿئي ٿي، تڏهن تہ کيس پنهنجا پيارا پٽ، پائر جي هوندي جيڪر هڪ لمحو بہ جدا رکڻ گوارا نہ ڪن، اهي ساڳيا کيس پنهنجي هٿن سان وڃي پاڳل خاني ۾ بہ پهچائي اچن ٿا ۽ پنهنجي هڪ جگر و گوش

گهر مان گهلي هڪ اهڙي اڻ وڻندڙ جاء تي چڙ ي اچن ٿا، جنهن جي نالي وڻندي ٿي دل ڏکي وڃي ٿي ۽ قلب تي ڪوفت ٿئي ٿي. حضرت انسان جي زندگيءَ جي اها حالت حيوان بهيم ڪان به هزار دفعا زياده بدتر آهي.

هڪ مرتبي گدوبندر جي پاڳل خاني ۾ گهمڻ جي خيال ڪان چند مخلص دوستن سان گڏجي وڃڻ جو اتفاق ٿيو. ڊاڪٽر مرحوم محمد علي صاحب جهڙو محسن ۽ هردلعزيز، جو ان وقت هن عبرت خاني جو سپرنٽينڊنٽ صاحب هو، ان صاحب فياضيءَ ڪان ڪم وٺي سڄي اسپتال جو سير ڪرايو ۽ تفصيل سان ذهن نشين ڪيو ته حضرت انسان جي هن حرمان نصيب گروهه جو ڪهڙيءَ طرح علاج ڪيو پئي ويو، ڪهڙيءَ طرح ڪانئن ڪم ورتو ويو ٿي ۽ ڪهڙيءَ ترتيب سان انهن جي صفائي، سنائيءَ، ڪاڌ خوراڪ ۽ رهڻيءَ ڪهڻيءَ جي حفاظت ڪرڻ ۾ ٿي آئي.

اللهاڪبر! خداوند قدوس جي مجد ۽ بزرگيءَ جو رعب انسان جي وجود تي طاري ٿي ويو ٿي ۽ سندس جلال جي هيبت ڪان جسم جا وار ڪاندارجي ٿي ويا. تقريباً چار سو ڪن چريا هڪ هنڌ جمع ڪيا ويا هوا، جنجي چريائپ جا مختلف انواع قلمبند سان جيڪر هڪ ضخيم ڪتاب تيار ٿي پوي.

سبحان الله! حضرت انسان ڪيتريقدر نه خود پسند

۽ خودبين آهن. عقل ۽ حسن جي ڪنهن کي به بک
ڪانهي. مون پنهنجي گنهگار اکين سان ڏٺو ۽ ڪنن
سان ٻڌو ته هرهڪ چرئي پاڻ کي ٻئي چرئي. کان
دانا ۽ پئي سمجهيو ۽ هڪ ٻئي کي چريو پئي سڏيو.
هنن جي طبيعت بلڪل لا ابالي، بيباڪ، آزاد ۽ لاپرواه
هئي. هنن مان ڪو به اهڙو ڪونه هو، جو غمن تي
نالان، يا سکن تي شادان هجي. هننجي منزل مڪان،
ڏک ۽ سک سيکان اعليٰ هو، هنن مان هرهڪ فڪر
معاش ۽ ڪشمڪش روزگار کان بلڪل بري ۽ بي نياز
هو. هر هڪ جي دنيا الڳ الڳ، هرهڪ جو مڪان
لامڪان ۽ نشان بي نشان هو. هننجي بي سرو ساماني،
هننجي ڪسمپرسي، مستانه نگاهون ۽ ديوانه ادائون نه
ڪنهن قانون جون پابند هيون، نه ڪنهن تهذيب، سماج
يا مذهب جون محتاج هيون. هنن کي نه ڪنهن حاڪم
جي پرواه هئي نه ڪنهن فرمانروا جو خوف هو. مطلب
ته هو حياتيءَ جي انهيءَ رنگ ۽ زندگيءَ جي انهيءَ
دور ۾ هئا، جنهن ۾ هننکي نه پنهنجي وجود جو سما ۽
هو، نه ٻي ڪائنات جي سڌ هئي. هرهڪ جي دماغ ۾
هڪ بي ربط خيالات جو محشر بپا هو. سندن ڳالهين
جو سلسلو بي محل ۽ بي معنيٰ هو. اتي جو اتي بهادر
ته اتي بزدل. انهيءَ گهڙيءَ شاهه، ته انهيءَ گهڙيءَ گدا.
انهيءَ دم ديوانه ته انهيءَ ساعت فرزانه. انهيءَ لحظي ۾
خندان، ته اهڙي ويل گريان. انهيءَ لحظي ۾ خوش ته

انهي وير تنگدل ته انهيءَ ويل فراخدل. حاصل ڪلام ته پنهنجي مرضيءَ جا مالڪ، پنهنجي دل جا شهنشاهه نه غم جو خوف نه خوشيءَ جي پرواهه. ڪي ته سراپا ننگا هئا، جنجو وارد ٿي الڳ هو. هي ويڙهو ۽ خوفناڪ ڪين هئا ۽ نه وري انهن ڪو گهڻو ڳالهايو ٿي ٿي. صرف قدرتي يونيفارم ۾ البيلا ٿي سپاهين وانگر الف ٿي الف ڦرندا ٿي وتيا ۽ اسان ڏي هڪ عجب انداز ۾ نيڻ کنيو پئي نهاريائون.

پئي وارڊ ۾ وري اهي الله لوڪ بند ڪيل هئا، جي سخت خطرناڪ هئا. انهنڪي مضبوط لوهي شيخن جي دروازن وارين ڪوٺين ۾ بند رکيو ويو هو، مبادا ڪو نقصان نه ڪري وجهن. ڪيترن جا ته وري انهيءَ انديشي سبب پير ڪاٺ ۾ قابو ڪيل هئا، انهنجي اکين مان گويا خون وهي ٿي نڪتو. انهن جي لعل مشعل جهڙين اکين مان شينهن جهڙي دهشت نمودار هئي.

چرين عورتن جو وارڊ وري هڪ پاسي بلڪل جدا ٿي جدا پوريءَ حفاظت سان سنڀاليو ويو ٿي. چرين تي نظر ڪندي، سندن حالت زار تي اکين ۾ پاڻي تري ٿي آيو. هن صنف نازڪ ۽ جنس لطيف جنهنجي هرهڪ ادا، جيڪر هونءَ ته هرهڪ مرد کي مسحور ڪري وٺي ۽ سندس اکين کي طراوت بخشي، تنجي ناگفته به حالت ڏسنديئي اکيون آبديده ٿي ويئون ٿي. هتي به

اميرن جي لاءِ هڪ علحدو بلاڪ تيار ڪيل هو، جنهن ۾ هرقسم جي آسايش ۽ آرام جو انتظام ڪيل هو. هن وارڊ کي "پيڪنگ وارڊ" چيو ٿي ويو. هني اڪثر وڏا ماڻهو جي ديوانگي جي حالت ۾ آيا ٿي، انهن جو خاص نوعيت سان علاج ڪيو ويو ٿي. اعليٰ درجي جي ڪراڪري، ڊائننگ ٽيبل، پلنگ ۽ عمدا بسترا ۽ ٻئي قسم جي احتياط ڪان ڪم ورتو ٿي ويو. اهو انهيءَ ڪري هو، جو اميرن پئسا ڏنا ٿي. ورنه غريبن جي وارڊ ۾ هرهڪ چريئي کي هڪ اوهي کٽ ۽ انجي مٿان هڪ گدڙ جي آٽرن جهڙو گادياو مليل هو، جو ڪڏهن هنن هيٺان ٿي ڪيو، ڪڏهن مٿان، ته ڪڏهن انکي ٻه اڇلي ڦٽو ٿي ڪيو ۽ شايد پنهنجي غيرت ۽ بي نيازيءَ جو مظاهرو ٿي ڪيائون. جيڪي ديوانا اهڙا خوفناڪ ڪين هئا، انهن کان پاڃي پوکائڻ ۽ نار ڪاهي پاڻي ڪيائڻ جو ڪم ورتو ٿي ويو. هنن جو نارڀه ناهيو ويو هو، جو ابتو خواهه سبتو ٻنهي طرفن وهي سگهي! مبادا هڪڙا چريا ابتو وهائين ۽ ٻيا سبتو ۽ ائين ڪرڻ سان مرڳو ٻجي رکن. دوا پيارڻ جي وقت چرين کي ترتيب ڏنل هئي، جنو ٻيڪو چريو ڪمپائونڊر جي اڳيان پاڻمرادو وات ڦاڙي ڪنڌ مٿي ڪري اچي ٿي بيٺو ۽ ڪمپائونڊر سندن وات ۾ پنهنجي گلاس مان دوا جو مڪسچر نائي ٿي وڌو. انديشو هو ته گلاس جيڪڏهن چرين کي هٿ ۾ ڏنو وڃي

ها ته يقيناً هو اچلي پيچي چڙهين ها. دوا پيئڻ بعد هر هڪ چرئي عجيب چهرو ٺي بنايو، جنهن جي تصور سان ٺي کل نڪري ٿي وڃي. چرين جي مٿان واردرن جو ڏنڊو سوار هو، جو هٿ ۾ کڻي هنن کي پڪڙين ۽ رڙن وانگر ورايو بيٺا هئا. مجال نه هئي ڪنهن چرئي جي، جو ڪڪم کان قدم ٻاهر رکي سگهي. چرين جي تفريح لاءِ ريڊيو ۽ لائوڊ اسپيڪر موجود ڪيو ويو هو جو هڪ ڪوٺيءَ ۾ مقفل هو. ان ڪوٺيءَ جي سامهون ٻاهران چرين کي ٻنچن تي وهاري راڳ ٻڌايو ٿي ويو، عجيب منظر هو. راڳ شروع ٿيڻ سان چريا اهڙي ته وجد ۾ اچي ٿي ويا، جو تماشو قابل ديد هو. ڪي نچن، ڪي کلن، ڪي ٻنچن تي چڙهيو بيهن، ڪي تاڙيون وڄائين، مطلب ته بنا ٽڪيٽ جي کيل هو. هنن مستن کي نل هيٺان زبردستيءَ وهاري وهنجارڻ ۽ انهن جي حجامت ڪرائڻ يعني ڏاڙهي مڇون ۽ مٿو ڪوڙائڻ هڪ قسم جون عجيب مزيداريون هيون جي بيان ۾ اچي نٿيون سگهن ۽ صرف ڏسڻ سان تعلق هو. شنيده ڪئي بود مانند ديده جو مصداق ظاهر هو. ماني کائڻ وقت، سندن غذا جي ورڇ جو نظارو ٻي اور هو.

چرين جا پاڻ ۾ جهيڙا جهٽا ۽ ڊاڪٽر وٽ هڪ ٻئي تي پڪار، فرياد ۽ انصاف جي طلب نهايت دلچسپ حقيقتون آهن. مون جڏهن چرين کي چٺا ۽ ڦلا ورهائي

ڏنا تڏهن هڪڙي جهپ ڏئي ٻئي کان سندس حصو ڦري ورتو. تڏهن ٽئين چرئي مون کي مخاطب ٿي فرمايو ته ”ڏٺئي چرين جا ڪم، صفا چٽ چريا اٿئي.“ هڪڙي چرئي ڪاغذن جا ٽڪر گڏ ڪيا هوا، جي ٻيو چريو ڦري ويو هوش؛ جنهن تي ڊاڪٽر وٽ دانهن ڪئي آيو ته ”فلاڻو چريو منهنجون اخبارون ڦري ويو آهي.“ ٻيو هڪ چريو شڪايت ڪئي آيو ته ”فلاڻو مون کان ٻتون ڪسي ويو آهي. منهنجا هزار روپيه جا نوٽ ٻتونءَ ۾ ٻيل هوا، جي وٺي ڏيو.“ هڪ چريو وڏي مون کي ويجهو آيو ۽ چيائين ”بيڙي ته ڏي.“ جنهن تي ٻئي چرئي کيس ڌڪو ڏيئي پري ڪيو ۽ چيائينس ته ”پري ٿي بيهه ويجهو نه وڃ ٻئي ادب“ هن کي پري ڪري پاڻ اچي بيڙي گهريائين. هڪڙي چرئي چيو ته ”ڊاڪٽر کي منهنجي پارت ڪريو ته مون کي قيد مان ڪڍي. مان چريو ڪونه آهيان. اٺين چئي ١٣ جو ڪوڙو. پڙهڻ لڳو ۽ چيائين حساب پڇو ته ٻڌايانو؛ مون سان ظلم آهي. مان سنئون سڌو آهيان. مون کي هروڀرو ڪئي چريو بڻايو اٿن.“ هڪ چرئي اچي پڇيو ته وائسراءِ آيو آهي“ اسان پڇيس ته تون وائسراءِ کي ڇا ڪندين؟ چيائين ته ”منهنجو ڪم آهي.“ جڏهن پڇيو ويو ته ڪهڙو ڪم اٿئي؟ ته چيائين ته ”گهوٽ خط لکندس“. هڪ چرئي پڇيو ته ادي کي سڃاڻتو؟ اسان چيو ته هاڻو اسان جو سنگتي آهي. تڏهن چيائين ته منهنجا سلام ڇئجوس

۽ چئجوس تہ ۲-۳ هنداڻا تہ موڪلي. هڪڙيءَ چريءَ وري، اسان سان ۸ سالن جو ڇوڪرو بہ گڏ هو، ان کي بجو ڏيئي چيو تہ "مٺا اچان تو وال آٺيون." اهڙيءَ طرح هنن جون جستہ جستہ ڳالهيون استعجاب کان هرگز خالي ڪين هيون. هڪ چريو وڪيل هو جنهن فقط "لا" تي بحث پئي ڪيو. هڪ گويو چريو هو، جنهن صرف تان پئي هنيا. القصہ قدرت جو عجب رنگ ۽ الله تعاليٰ جو عجب شان هو. رب العالمين جي جبرو تي صفت جو صحيح اندازو فقط هن پاڳل خاني مان لڳائي سگهجي ٿو. جو حضرت انسان اشرف المخلوقات آهي، ان کان جڏهن عقل ۽ ادراڪ جي قوت کسي وڃي ٿي، تڏهن هو ايتري قدر تہ ڪري پوي ٿو، جو سندس حالت هڪ حيوان کان بہ بدتر ٿي پوي ٿي. هو دنيا اندر هڪ عضوي معطل وانگر بيڪار آهي ۽ هن جو وجود سواءِ عبرت حاصل ڪرڻ جي ٻيو ڪوبہ ڪم نٿو ڏيئي سگهي. شال اهو مالڪ الملڪ، خالق جهان، اسان سڀني کي سالم دماغ عطا فرمائي، جنهن کانسواءِ انسان حيوان کان بدتر آهي. صحيح ۽ سالم دماغ سان وري انسان اهي ڪمالات ڪري ڏيکاري ٿو، جنهن کي ڏسي آسمان جا فرشتا بہ دنگ رهجيو وڃن ۽ انهي پالڻهار جنهن حضرت انسان کي پيدا ڪيو آهي، ان جي حمد ۽ تقديس ۾ لڳيو وڃن.

المختصر جيڪي جيڪي عجائب اسان اتي ڏٺا،

جيڪي جيڪي محسوس ڪيو، ۽ جيڪي اسان جي دماغن ۽ دلين ۾ وهيو واپريو، ان کي نگاه ۾ رکندي ۽ انسان تي لازم آهي ته پاڻ کي غرور، تڪبر ۽ ٻين اهڙين مذموم حرڪتن کان بچائي ۽ پاڻ کي خاڪ سمجهي انڪساري ڪري ۽ پاڻ کي صرف عبديت لاءِ لائق ڄاڻي.

# موسم گناه

حيات انسانيءَ کي اڪثر ڪري ستن مرحلن ۾ تقسيم ڪيو ويو آهي. پهريون مرحلو اهو آهي جڏهن انسان فقط هڪ معصوم جسم آهي، جو والدين جي دست شفقت ۽ پرورش جو محتاج آهي. هو دنيا جي سڀني جوابدارين کان پري ۽ بي نياز آهي. هن جا حواس خمسه اڃا پورا ترقي يافته نه آهن. هو ڪنهن به حالت ۾ پنهنجي مدد پاڻ ڪري نه ٿو سگهي ۽ پنهنجي ارتقا ۽ ترقيءَ لاءِ ٻين جو محتاج آهي.

زندگيءَ جي ٻي منزل هن جو اهو زمانو آهي، جڏهن هو پنهنجي پيرين سيرين ٿئي ٿو. ٻاتڙو ٻاتڙو ٻولي ٿو ۽ پنهنجو سمورو وقت راند روند ۾ صرف ڪري ٿو. هن جي سڄي ڪائنات سندس رانديڪا آهن جن کي هو پنهنجي وڏي ۾ وڏي دولت ڄاڻي ٿو. هن تي ڪابه دنيا جي جوابداري اڃا ٿائيندن عائد ٿيل ڪانهي. هن جون مٺڙيون مٺڙيون ٻوليون والدين ۽ ٻين رشتيدارن جي دل جو سرور ۽ روح جو راحت آهن.

ٽئين اسٽيج سندس عمر عزيز جو اهو ڀاڱو آهي، جنهن کان سندس جوابداريون شروع ٿيڻ ٿيون. ڪيس

حصول تعليم جي مقصد سان مڪتب جي حوالي ڪيو وڃي ٿو. گهر جي اندر سندس تربيت ٿئي ٿي، سندس طعام قيام ۽ لباس وغيره جو نهايت خبرداريءَ سان اهتمام ۽ احتياط رکيو وڃي ٿو. هن وقت سندس زندگي نهايت لاابالي، اگوندري، بي فڪر ۽ لا پرواهه رهي ٿي. هنجي هر ضرورت پوري ڪرڻ ۽ هر ناز برداري جو گران بار سندس والدين جي ڪلهن تي آهي. هينئر هو فقط پنهنجي هم جنس، هڪ جيڏن جي صحبت ۾ مخمور ۽ مخمور رهي ٿو. هن کي نه ته زماني جي قحط ساليءَ جي پرواهه آهي، نه دور حاضر جي نشيب و فراز تي نگاهه آهي. ڪيس اگر ڪو به فڪر دامنگير آهي ته سالانه امتحان جي ويجهڙائيءَ وارا چند روز هن تي گران گذرن ٿا، ورنه سندس چنچل طبيعت ۾ انتشار يا انتظار جو ذرو به شائبو ناممڪن آهي. جيئن جيئن هو تعليم جي دولت سان پنهنجو هوش ۽ عقل سنڀاليندو وڃي ٿو، تيئن تيئن سندس اندروني جذبات خود بخود پرورش پائيندا رهن ٿا. هن جي ڄمار جو هڪڙو سال ٻئي سال مٿان ضرب ٿيندو وڃي ٿو. جهڙيءَ طرح هو پنهنجي امتحانن ۾ ڪاميابي حاصل ڪندو ٿو وڃي، تهڙيءَ طرح هنجا دلي امنگ ۽ جذبات به فروغ پائيندا ٿا رهن. هو اڃا عمر جي هن منزل جي تڪميل ڏي مس ڪري ٿو ته ناگهان پاڻ کي پنهنجي اوستا جي هڪ اهڙي منزل تي ڏسي ٿو جنهن کي عمر جي چوٿين ۽ اهم منزل سان

تعبير ڪيو وڃي ٿو.

هن ضعيف خلقت انسان جي زندگيءَ جي زنجير جي هيءَ ڪڙي نهايت نازڪ آهي، جنهن کي شباب جي نالي سان پڪاريو وڃي ٿو. هن وقت ۾ انسان جو وجود هر ڪنهن قسم جي خيالات جو مرڪز، منبع، مرجع، مجور ۽ سرچشمه آهي. هن جي دل ۽ دماغ ۾ خيالات جو محشر بپا آهي. سندس سڀ قوتون جوان آهن. هو عشق و محبت جو پتلو بنيل آهي، قرباني ۽ ايثار جو پيڪر آهي، ته وري حسرت و ياس جي تصوير آهي. هنجون خواهشون، تمنائون ۽ آرزون هن جي اکين اڳيان رقصان آهن. هو پاڻ حسين آهي ۽ ڪائنات جي هرچيز کيس حسين نظر اچي رهي آهي. هو بيقرار آهي ته فطرت حسين سان همڪنار ٿئي. جذبات جوانيءَ جو هجوم متس هر ويل حملو ڪري کيس گناه جي ترغيب ڏئي رهيو آهي. جواني جي مستي ۽ مدهوشي، بيخودي ۽ خمار هن تي غلبو ڪري وڃن ٿا. سندس طبيعت جو رجحان، التفات ۽ ميلان هر لمحي مخفي جنس لطيف جي طرف مائل آهي. هنجي دماغ ۾ صنف نازڪ جو سوداءُ، دل ۾ محبت جو طوفان ۽ جگر ۾ ڪوهه آتش فشان ڪارفرما آهن. عورت جي تصوير سان محبت ڪرڻ لڳي وڃي ٿو. بيداريءَ ۾ چاهي خوابخواب ۾ به قدرت جي بي نظير خلقت جو عڪس سندس اکين اڏو آهي. افسوس جواني ڪهڙي نه عجيب چيز آهي، جنهن لاءِ

والدين ۽ ويچارا وڏڙا، طفليءَ ۾ ئي پنهنجي پٽن کي دعا ڏيندا آهن تہ "ابا ٿيان جواني مائين!"

جوانی کی دعا لڑکوں کو ناحق لوگ دیتے ہیں
کہ یہی لڑکے مٹاتے ہیں جوانی کو جوان ہوکر.

تحقيق جوانيءَ جو مرحلو نهايت ئي هڪ نازڪ مرحلو آهي. هن دور زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪنهن جوان پنهنجي جذبات تي ضابطو رکيو، تہ يقيناً هن هڪ اهڙي دليري ۽ بهادري ڪئي، جنهنجو نظير دنيا جو ڪوبہ شجاع، جري يا پهلوان پيش ڪري نہ ٿو سگهي.

در جواني توبہ کردن شيوہ پيغمبر يست
وقت پيري گرگ ظالم ميشود پرهيز گار

جيڪڏهن جوانيءَ جي هن خطرناڪ دور ۾ انسان ڪاپي پيو يا پنهنجي پاڪيزہ جوانيءَ کي داغدار ڪري وڌائين ۽ پوءِ يوم الحساب جي وقت کيس دست تاسف ملي هيٺن چوڻو پوندو تہ:-

ندامت ہوئی حشر میں جن کے بدلے
جوانی کی دو چار نادانیاں،

جوانيءَ کي عام طور ديواني چيو ويو آهي. تحقيق هڪ نوجوان جون نگاهون هميشہ مستي ۽ ديوانگيءَ سان ڀريل هونديون آهن. هنجون نظرون انڪري هميشہ شڪ سان ڏٺيون وينديون آهن. چاهي اهي ڪٿي ڪيترو بہ نيڪ ۽ پاڪيزہ هجن.

جواني آدمي کی مایه الزام هوتي ہے
نگاه نیک بھي اس عمر میں بدنام هوتي هے

هن مشڪل منزل کي طيء ڪرڻ بعد ازدواجي زندگيءَ جي پنجين منزل، جا بالڪل صبر ۽ تحمل آزما هوندي آهي، انکي اکئين ڪجي ٿو. هن واديءَ ۾ پهچڻ سان دل کي هڪ قسم جو قرار، آرام ۽ سڪون نصيب ٿئي ٿو ۽ جوانيءَ واري تڙپ ۽ اضطراب مانو ٿي وڃي ٿو. انسان پنهنجي رفيقہ حيات سان هڪ پنهنجو ننڍڙو بهشت بنائي حياتي بسر ڪري ٿو. امنگن جو طوفان، جذبات جا هل حشر، آرزوئن، خواهشن ۽ تمنائن جا هجوم ۽ هنگاما يڪسر خاموش ٿي وڃن ٿا. گناهن جا خيالات محو ٿي وڃن ٿا. خيالات جي بحر بي پايان جون خطرناڪ موجون مانيون ٿي وڃن ٿيون. نڪاح کي بيشڪ بجا طور گناهن جي سپر سڏيو ويو آهي.

زندگيءَ جي ڇهين منزل اها آهي، جڏهن انسان کي الله تبارڪ و تعاليٰ نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت اولاد عطا فرمائي ٿو، جو سندس نسل ۽ خاندان جي قيام ۽ بقا جو موجب آهي. هن مرحلي تي ٻنهي پيءُ پٽ خواه ماءُ جي محبت جو مرڪز ڦري سندن اولاد ٿئي ٿو. اهڙي وقت هن جون سڀ ڪوششون، محنتون، روزگار جي تلاش، دنيوي ڪاروبار، دولت جي جميعت سراسر پنهنجي اولاد جي لاءِ وقف آهن. ان وقت هو پنهنجي دنيوي امورن کي هرطرح نگاه ۾ رکي ٿو. اولاد جي

تربيت، ڪري ٿو ۽ ڪيس تعليم ڏئي ٿو. جڏهن هن مقصد ۾ ڪامياب ۽ ناميا ب ٿئي ٿو ۽ پنهنجي قرةالعين کي دنيا ۾ سرفراز ڏسي، هن جون اکيون ۽ دل ٺري پوي ٿي، تڏهن هو پنهنجي فرائض جي آخرين مرحلي يعني پيريءَ جي وقت ۾ مناسب خدمات جي توقع رکي ٿو.

هن ستين منزل تي، هو الله پاڪ جي ذات والا صفات جي عبادت ۾ لڳي وڃي ٿو. خيرات، صدقات ۽ ٻيا پاڪيزه ۽ نيڪ ڪم ڪري ٿو. هن وقت سندس طبيعت ۾ نه اهو جوش و خروش آهي، نه امنگون ۽ جذبات آهن ۽ نه گناهن جي خواهش آهي. محسوس ڪري ٿو ته:-

گناهوں کي موسم چلي جا رهي هے
چلي کيوں نه جائے جواني نهيں هے

شال الله تبارڪ و تعالىٰ هن اشرف المخلوقات جي هرهڪ فرد بشر کي توفيق عطا فرمائي ته هي فاني حياتيءَ جي قليل عرصي ۾ عمل صالح ڪري. پنهنجي محبوب حقيقيءَ جو رضا مندو ٿيو، ان لاءِ ته جڏهن زندگيءَ جون ست ئي منزلون طيءِ ڪري، جتان آيو آهي، اوڏانهن رجوع ٿئي ته مرڪندي منهن سان موٽي.

نشان مرد مومن با تو گويم
چو مرگ آيد تبسم برلب اوست

---

# نامرادي

نا اميدي پس، تہ اوڏو ٿين اميد کي (شاھ)

اھو ڪھڙو انسان آھي جو ڪاميابيءَ جو آرزومند نہ ھوندو؟ ھرڪ انسان پنھنجي پنھنجي ھمت ۽ استعداد موافق ڪاميابيءَ جي فلڪ پرواز پريءَ کي قبضي ۾ آڻڻ لاءِ ھميشہ ڪوشان رھي ٿو ۽ جيڪو انھن مان سرفراز ۽ ڪامياب ٿئي ٿو، سو پاڻکي وڏو خوش نصيب سمجھي ٿو، ان ۾ شڪ ڪونھي، تہ دنيا اھڙن ماڻھن کي ئي خوشنصيب ڪوٺي ٿي، جن جون ڪوششون ۽ سعيا بار آور ٿين ٿا. اھڙن ماڻھن کي مبارڪباد جو مستحق سمجھي، انھن کي آفرين جا تحفا نذر ڪري ٿي. ليڪن اھڙا ماڻھو تمام ٿورا آھن، جي ناڪاميءَ جي اھميت ۽ عظمت کي محسوس ڪن ٿا. در حقيقت ناڪامي اھڙي بي حقيقت شيءِ نہ آھي.

بيشڪ دنيا ۾ ھزارين حياتيون ناڪامي ۽ نامراديءَ جي نذر ٿي چڪيون آھن، مگر انھنکي محض رائگان قرار ڏيڻ انتھا درجي بي بصيرتي آھي. ناڪام زندگين جي پڻ وڏي قيمت آھي. ناڪام ھستين جون ناڪاميون

در حقيقت ڪاميابي جي رستي تي هلڻ وارن لاءِ لائيٽ هائوس جو ڪم ڏين ٿيون. ڪاميابيءَ جي منزل ڏانهن ڪاهيندڙ ڪي دراصل اهي ناڪاميون ئي آهن جي پڌائين ٿيون ته ڪڏهن کوپا ڪٿي ڪٿي آهن. اهي ناڪاميون ئي آهن، جي ڪيس هوشيار ڪن ٿيون ته هنڪي دشوار گذار مقامات مان ڪهڙيءَ طرح لنگهڻ گهرجي، مبادا پين وانگر هو به انهن کڏن کوپن ۾ ڪري جهري تباهه ۽ برباد ٿي وڃي! تنهنڪري ڪير اهڙو بصيرتمند هوندو جو ناڪامين جي عظمت کان انڪار ڪندو.

زماني ماضيءَ ڏانهن ذرا نظر ڦيرايو. انساني تاريخ جي دفتر پاريئه جا ورق ورائي ڏسو. جن جن پيشانين تي ناڪاميءَ جا حسرتناڪ داغ ڏيکاري ڏين، تنجي عنوانات ناڪاميءَ بابت ڪجهه دريافت ڪريو. ڏسو ته انهن ۾ ڪاميابيءَ جا ڪهڙا ڪهڙا مواعظ ۽ سبق موجود آهن! اوهان کي اهڙا هزارين سلطان ۽ فرمانروا نظر ايندا ۽ هزارين اهڙا ناڪام جنرل ۽ سپه سالار ڏسڻ ۾ ايندا ۽ هزارين ناڪام مصلح ۽ هزارين تاجر ۽ صنعتڪار معلوم ٿيندا، جي سڀ اوهان کي پڌائيندا ته سندن ناڪاميءَ جا اسباب ڪهڙا هئا؟ هنن ڪهڙيون غلطيون ڪيون؟ ڪهڙا ڏوڪا کاڌا؟ ڪٿي ڪٿي هنن جي بزدلي ۽ ڪمزوري وقوع ۾ آئي؟ ڪٿي ڪٿي سندن ٺهڙ ۽ اندازي کان قصور سرزد ٿيو ۽ ڪٿي ڪٿي

انهن کان بي عقلي ۽ بي تدبيري ظهور ۾ آئي؟ ڀلا ٻڌايو ته سهي انهن بي بها تجربات جو ڪوبه قدر ۽ قيمت ڪانهي؟

دنيا جي اهڙي ڪهڙي مهم آهي، جا فقط هڪ ئي ڪوشش سان سر ٿي سگهي هجي؟ دنيا جي اها ڪهڙي ايجاد آهي جنهن متواتر ۽ مسلسل ناڪامين جو منهن نه ڏٺو هجي؟ ڇا فقط هڪ هوائي جهاز جي تجربات پرواز ۾ ئي وڏيون وڏيون هستيون دنيا ۾ ناڪام ٿيون نه ويون؟ ڇا بلند ترين جبلن جي چوٽين تي پهچڻ واريءَ مهم ۾ جيڪي زندگيون ناڪام رهيون تنجي خبر اسانکي ڪانه آهي؟ پوءِ ڇا اهڙو ڪو انصاف پسند ۽ معقول انسان هوندو، جو انهن ناڪام هستين جي عظمت اڳيان سرنگون نه هوندو؟ حقيقت ته اها آهي جو جيڪي هزارين ايجادون اڄ ڪاميابيءَ سان همڪنار ٿي چڪيون آهن، تن جون سربفلڪ عمارتون به صرف موهوم اميد جي بنيادن تي رکيون ويون هيون ۽ جيڪي پوءِ رفته رفته ظهور ۾ اچي، انسان ذات جي ڪاميابيءَ جو سبب بڻيون.

سڪندر اعظم، راجا پورس تي حملو ڪيو، ٻين راجائن سڪندر سان هٿ هٿ ۾ ملايو، ليڪن پورس مايوس نه ٿيو. هن صرف پنهنجي قوت بازوءَ جي سهاري تي سڪندر اعظم جي ناقابل شڪست فوج جو مقابلو ڪيو. نتيجو اهو ئي ٿيو جو ٿيڻو هو. پورس ڪي

ناڪاميءَ جو مشهور ڏسڻو پيو. مؤرخين پورس جي ناڪاميءَ جي سببن تي ڪافي بحث ڪيا آهن، تاهم هن جي ناڪامي رائگان نه ويئي. بلڪ سندس مقابلي ۾ حملي آورن جا حوصلا ڪافي حد تائين پست ڪري ڇڏيا. نه صرف ايترو مگر پورس جي ناڪاميءَ خود پنهنجي اندر هڪ قسم جي اهڙي عظمت پيدا ڪئي، جو سڪندر اعظم تي اثر انداز ٿيڻ بغير خالي نه رهي ۽ هن پورس کي سندس ملڪ واپس ڏيئي ڇڏيو.

گپت گهراڻي جو آخرين فرمانروا سمندر گپت تي گذريو آهي. هنجي مسند آرائي عين مصيبتن جي وقت ٿي هئي. مخالفن جي زبردست فوج جي مقابلي ۾ اگرچ ڪيس ڪاميابي نصيب ڪا نه ٿي ۽ ملڪ تي هنن جو قبضو ٿي ويو، تاهم سمندر گپت ناڪاميابيءَ هوندي، به پنهنجي وارثن کي ڪاميابيءَ جو سبق سيکاري ويو، ۽ ٻڌائي ويو ته نازڪ کان نازڪ حالت ۾ به پنهنجي منتشر قوت کي ڪهڙيءَ طرح يڪجا ڪري سگهجي ٿو، ۽ ڪيئن ان کان ڪم وٺي سگهجي ٿو. سمندر گپت جو اهو ڏنل سبق هرگز رائگان نه ويو ۽ ٿوري ئي زماني گذرڻ بعد برد ۽ بالادتيه هنن جي پٺيان پيا ۽ کانئن پنهنجو ملڪ واپس ورتائون.

ڏٺو ويو آهي ته تاريخ ۾ اڪثر ڪري ناڪام ڪردار هستيون ڪامياب افراد کان گهڻو زياده شجاع، اولوالعزم ۽ بلند حوصلي ثابت ٿيون آهن. هڪ ڪامياب شخص وٽ ته پنهنجي ڪاميابيءَ ڪري ڪافي ۽ معقول ذرائع ۽ وسائل موجود هوندا آهن، جنهنڪري

ڪاميابيءَ کي بادل ناخواسته سندس قدم ٻوسي ڪٽڻي
پوندي آهي. اهڙي ڪن ڏسڻ جي قابل خود داريءَ جذبي،
ثابت قدمي، ناڪام هستين جي هوندي آهي، جا هر طرح
جي مايوسيءَ ۽ ناموافقيءَ ۾ هوندي به پنهنجي فيصلي ۽
اصول تي اهڙي ته صبر ۽ استقلال سان قائم هوندا آهن
جو مرڻ کان اڳ ۾ هڪ انچ به اڳيان پنهنجيءَ دنيا
سلجي، ڪاڏي هرگز نه هٽندا آهن.

شهيدِ اعظم امام حسين عليه السلام جي ناڪاميءَ
جي عظمت مٿان ته سوري دنيا جون ڪاميابيون به قربان
ڪري ڇڏجن. اهڙي طرح سرنگاپٽم جي مقدس سورهيه حضرت
شهيد ٽيپو سلطان رحمة الله عليه جي ڪاميابي مقدس
حريفن جي ڪاميابيءَ جي مقابلي ۾ جيستائين دنيا قائم
آهي، تيستائين عظمت ۽ احترام جي نگاهن سان ڏٺي
ويندي. هر دور ۽ هر زماني جو هر ڪو به خوددار ۽
باهمت انسان هوندو، اهو سلطان اعظم جي نمايد ۽
پيروي ڪندي سڀ ڪجهه قربان ڪري ڇڏڻ کي ئي
پنهنجي سڀ کان وڏي ڪاميابي ۽ فخرالمرامي
سمجهندو. بهرحال ناڪاميءَ کي به هڪ خاص عظمت
حاصل آهي جا خود ڪاميابيءَ جي هڪ صورت آهي.
بعضي — ايون اهڙيون به آهن جن کي هزار ڪاميابين
تي فوقيت ۽ برتري حاصل آهي. ان ڪري نوجوانن
کي ناڪاميءَ ۾ ئي ڪاميابيءَ جو نشان تلاش ڪرڻ
گهرجي ۽ ناڪام زندگيءَ مان ئي ڪاميابيءَ جو درس
حاصل ڪرڻ گهرجي.

ڏڪائڻ لاءِ ڪافي هوندو آهي. يا ته بالفاظ ديگر، ڪنهن به معمولي خطري جو امڪان هنڪي سراپا متفڪر ڪري ڇڏيندو آهي. سندس حرڪات، سڪنات سڀ جو سڀ سندس خيالات ۽ احساسات جا تابع ٿي پوندا آهن. هو پنهنجي پر ۾ سمجهندو آهي، ته هن جا پيھه ۽ ويچار سندس سهني مشڪلاتن جو حل ٿي سگهندا، ليڪن هو بلڪل غلط آهي، مفت ۾ مٿي جو سور پرائيندو آهي ۽ دماغي پريشانيءَ جهڙي موذي مرض جو شڪار بڻبو آهي.

هن دنيا ۾ هرڪو انسان ڪنهن نه ڪنهن طرح دماغي پريشانيءَ ۾ مبتلا نظر اچي ٿو. جيتوڻيڪ اسين دعويٰ ٿا ڪريون ته پريشان خاطر رهڻ واري انسان جو عقل به پين جهڙو ٿي سليم آهي؛ ليڪن ياد رکڻ گهرجي ته پريشان دماغ ڪجهه قدر فاترالعقل ضرور ٿي پوي ٿو. اهڙي دماغ واري انسان جي صحت روبه تنزل ٿيندي رهي ٿي ۽ بسا اوقات هنڪي يقين ٿي وڃي ٿو ته هو ڪنهن قلبي يا شڪمي مرض ۾ مبتلا ٿي چڪو آهي. حاصل مطلب ته دنيا ۾ فقط بد بخت انسان ئي دماغي پريشانين جو شڪار ٿيندا آهن.

گذشته جنگ يورپ کي اسين جيڪر بجا طور "اعصابي جنگ" سڏيون؛ ڇاڪاڻ ته هن جنگ ۾ دشمنن جي دماغي پريشانين ۽ تفڪرات ۾ اضافو ڪرڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي وئي هئي. فوج خواه عام ۾

پبلڪ جو اهو ئي خيال ته بس جيڪڏهن دشمن کي
صرف اهڙيءَ پريشانيءَ ۾ مبتلا رکيو وڃي ته هن جي
ناڪامي يقيني آهي. هنن سمجهيو ٿي ته جيڪڏهن
اسين فقط پنهنجي جنگي طاقت کي وڌائڻ يا جنگي
اسلحه جي گهڻائيءَ ۾ مصروف ڪار رهياسين ته ان مان
ڪڙ تيل ڪونه نڪرندو.

ڪن ماڻهن جو خيال آهي، ته دماغي پريشاني قدرت
جي طرفان ظهور ۾ اچي ٿي، ڇو ته جڏهن انسان
مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ شروع ڪري ٿو، تڏهن هن
کي پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪانه ڪا تدبير عمل ۾ آڻڻي
پوي ٿي. جهڙيءَ طرح مرزا غالب فرمايو آهي، ته:

رنج سے خو گر هوا انسان تو مٹ جاتا هی رنج
مشکلیں مجھ پر پڑیں، اتنی که آسان هو گئیں.

در حقيقت اها اسانجي غلطي آهي. دماغي پريشاني
نه ته ڪو قدرتي امر آهي ۽ نه وري اسان جي اخلاقي
احساسات مان آهي. دماغي پريشاني هڪ قسم جي
"دماغي عياشي" آهي، جا اسان کي ايتري قدر مهانگي
پوي ٿي، جو اسان مان گهڻو تعداد انسان جو متحمل
ٿي نٿو سگهي. بدقسمتيءَ سان اسين اهڙي وقت تي
خيال آرائين ۾ مبتلا ٿيندا آهيون، جڏهن ماحول، بلڪل
پريشان ڪندڙ هوندو آهي. ڪاش! جو اسين اها ڳالهه
سمجهي سگهون ته اهوئي وقت اسان جي دماغي قابليت
ڏيکارڻ جو هوندو آهي.

انهن دماغي پريشانين کان محفوظ رهڻ جا بيشمار طريقا آهن. چنانچه ٻه ٽي طريقا هيٺ ڏنل واقعي مان ظاهر ٿئي ٿو.

مسٽر ميٿيوز جو نفسيات (سائڪالاجي) جو زبردست ماهر ٿي گذريو آهي، سو پنهنجي هڪڙي مقالي ۾ رقمطراز آهي، ته منهنجي هڪڙي دوست مون سان ڳالهه ڪئي ته هڪ ڏينهن مان ڪنهن اهڙي شخص کي گڏيس جو ڪافي سن رسيده هو. اگرچه ڪيتري مدت کان هو مصيبتن ۽ خرابين جو شڪار بڻيو رهندو هو، تاهم نهايت سليم الطبع هو ۽ سندس چهره مان بشاشت آشڪار هئي. مون هنکان پڇيو ته ڇا اوهين مهرباني ڪري ٻڌائيندا ته ڪهڙي طرح اوهين ايتري قدر خوش ٿي خوش نظر اچو ٿا؟ هن جواب ڏنو ته مون دنيا جي سيني ناگزير امور سان اشتراڪ عمل جي ڪافي تعليم ورتي آهي. اڳتي هلي مسٽر ميٿيور عوام کي مخاطب ٿي لکي ٿو ته اگر اوهان به چاهيو ٿا ته زندگيءَ ۾ دماغي پريشانين کان محفوظ رهي، حقيقي خوشيءَ سان همڪنار ٿيو ته پوءِ ٻيا ٻه ڳالهيون اهو ئي پنهنجو دستورالعمل بنائڻ گهرجي.

اڪثر ڪري ائين به ٿيندو آهي ته خواهشن جي تڪميل ۾ بيشمار بيروني حالات مانع هوندا آهن ۽ اسين پنهنجي حصول مدعا ۾ ڏڄي ويندا آهيون. مگر جڏهن اسين ڪوشش ڪريون ته اهڙين حالتن کي

قبضي ۾ رکڻ ڪا وڏي ڳالهه ڪانه آهي. اسانکي گهرجي ته انهن حالتن کي بدلائڻ لاءِ ڪوشش ۽ سعي کان ڪم وٺون. اسين نه ڪريون بجو هٿ هٿ تي رکي صرف سوچ ۽ ويچار ۾ وقت ضايع ڪريون. اهو به تسليم ڪجي ته بعضي حالتون اهڙيون به ٿين ٿيون، جن تي اختيار هجڻ انساني طاقت کان ٻاهر آهي ۽ اهڙين حالتن کي ”لاعلاج“ يا ”ناگزير“ چئجي ٿو. انهن جي متعلق سعي ڪرڻ ۽ پاڻکي ٿي رنج و محن ۾ مبتلا رکڻ، سراسر فضول آهي. اهڙين حالتن اڳيان فقط سر تسليم خم ڪرڻ ئي بهتر آهي. انهن سان اسانکي آشترا ڪ عمل ئي ڪرڻ لازم آهي. اهڙيءَ مشڪلات کي جيتري قدر جلد ئي سگهي اوترو جلد حل ڪرڻ گهرجي ۽ پنهنجو ڌيان ڪنهن ٻئي ڪم تي ڏيڻ گهرجي. اهو ئي طريقو آهي جنهن سان اسين پنهنجي خوشيءَ ۾ اضافو ڪري سگهون ٿا.

دماغي پريشانين کان محفوظ رهڻ جو ٻيو طريقو اهو آهي، جو اسانکي گهرجي ته اسين ناخوشگوار واقعات ۽ پرخطر حالات تي لامتناهي بحث مباحثي ڪرڻ کان پاڻ کي بچايون.

اها هڪ حقيقت آهي ته انساني مصيبتن ۾ پل پل ۾ اضافو ٿيندو رهي ٿو، ليڪن ان ۾ ڪو به مضائقو نه آهي. اسين سڀ انسان هڪ ئي ٻيڙي ۾ لڙهندا ٿا وڃون ۽ ڪو به ٻئي جي درد پريل آڪاڻي ٻڌڻ لاءِ تيار

ڪونهي. جيڪڏهن ڪلندا رهندا ته دنيا اوهان سان شامل حال هوندي، پر رڳو وقت اوهان اڪيلائي اڪيلا هوندا. پنهنجي درد و ڪرب، رنج و محن، مصائب و آلام جي متعلق ٻين سان ذڪر ڪندو رهڻ دل ۽ دماغ تي نهايت زياده اثر انداز ٿئي ٿو. مثلاً اوهان ڏٺو هوندو ته هڪ عورت جنهنکي ڪو صدمو پهتو هوندو، جيڪڏهن ويٺي انهيءَ صدمي تي سوچ ۽ ويچار ڪندي هوندي ته سندس چهري مان فقط پريشانيءَ جا آثار ظاهر هوندا، پر جيڪڏهن هوءَ انهيءَ صدمي متعلق ڪنهن ٻئي سان ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪندي آهي ته فورا زارو قطار رئڻ لڳندي آهي. مولانا رومي عليه رحمته جو شعر آهي ته:-

ڪار ساز ما بفکر کار ما ـ فکر ما در کار ما آزار ما

مولانا حاني مرحوم فرمائي ٿو ته:-

مصيبت کا هر اک سي احوال کهنا
مصيبت سے هے يہ مصيبت زياده ـ

جيڪڏهن اوهان پنهنجي دماغي آرام خاطر ٻيو ڪجهه ڪري نٿا سگهو ته ڪم از ڪم ايترو ڪريو جو پنهنجي پريشانين بد قسمتين ۽ ڏکن دردن جي متعلق ٻئي سان ذڪر ڪرڻ قطعي ڇڏي ڏيو ۽ ساڳيءَ طرح ٻين جي پريشانين بابت پڻ گفتگو نہ ڪريو.

دماغي پريشانيءَ جو وڏو سبب آهي رنج و غم ۽ ناخوشگوار حالات بابت خيال آرائي ڪرڻ ۽ انهن کي

هر وقت پيش نظر رکڻ. ائين ڪرڻ سبب دل ۽ دماغ تمام زياده متاثر ٿين ٿا. چاڪاڻ تہ جڏهن هڪ دفعو ناخوشگوار خيالات دماغ ۾ اچڻ شروع ٿين ٿا ۽ پوءِ خودبخود انهن جو وهڪرو جاري ٿيو وڃي ۽ انهن کان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ قطعي محال ٿيو پوي ۽ ان جو نتيجو اهو نڪري ٿو، جو ڪبتري عرصي تائين غم جا ڪڪر انسان جي طبيعت مٿان ڇانئجي وڃن ٿا.

انهن ناخوشگوار خيالات جو سلسلو درهم برهم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي تہ انجي مقابلي ۾ سهيلين يا دوستن سان گڏجي ڪجهہ راند روند يا وندر ڪجي. ائين ڪرڻ سان خيالات منتشر ٿي سگهن ٿا. ٻيو طريقو ورزش آهي جنهن ۾ جسماني طاقت استعمال ٿئي ٿي، جا طاقت ٻيءَ صورت ۾ بيهوده خيالات جي وهڪري ۾ لڙهي وڃي ٿي. گهر جي ڪنڊ ۾ ويهي پنهنجي خيالات کي يڪجاءِ ڪري مفت دماغي پريشانين ۾ مبتلا ٿيڻ کان بهتر آهي، تہ هلڪي ورزش يا دوستن سان گڏ سير وغيره ڪجي، تہ دماغ کي فڪرات کان نجات حاصل ٿئي.

آخر ۾ عرض آهي تہ اسانکي خواہ مخواہ انهن دماغي پريشانين جو شڪار ٿيڻ نہ گهرجي ۽ پنهنجي دماغ کي اهڙين بيهودگين کان پاڪ ۽ صاف رکڻ گهرجي. اڪثر حالتن سان ٻاڻ کي هيرائڻ گهرجي ۽ پنهنجي يا ٻين جي تڪليف جو ذڪر ياجي بہ نہ ڪرڻ گهرجي. پنهنجي جسماني صحت کي برقرار رکڻ لاءِ جلوجهد ۽ سعيو

ڪجي ۽ سيني منتشر خيالن کي پنهنجي دلچسپ مشاغل ۾ جذب ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

جيڪڏهن اسان انهن ڳالهين تي عمل پيرا رهياسين ته پوءِ مونکي ڪامل اميد آهي ته اسان جي زندگي نهايت خوشيءَ ۽ خرميءَ سان بسر ٿيندي.

---

# عــــورت

هن وقت تائين دنيا ۾ گهڻوئي تغير ۽ تبدل ٿيندو رهيو آهي. ڪيترين جهنگلي قومون مهذب بنجي چڪيون آهن. تاهم ڪيترين ئي اهڙيون مهذب سڏائيندڙ واريون قومون موجود آهن، جن اڃا تائين عورت جو درجو ۽ انجو مرد سان باهمي تعلق نہ سمجهيو آهي. اڪثر ڏٺو ويو آهي تہ هڪ طرف جڏهن بہ عورتن پنهنجي سرفرازيءَ ۽ پنهنجي حقن جي نگهداشت لاءِ آواز بلند ڪيو هوندو تہ مردن پنهنجي قوت جي زور تي انهن جي آواز کي دٻائي مٿن غلبو پاتو هوندو، ٻئي طرف وري تمدن ۽ معاشرت جا اصول جيڪي گهڻو ڪري مردن جي ئي موافق حال هئا، تنهنڪري هن عورت جي حيثيت کي بلڪل گهڻو گهٽائي ڇڏيو. انهيءَ جو اندازو هيٺ ڏنل مختصر مثالن مان آسانيءَ سان لڳائي سگهجي ٿو:-

١- رومن جي تمدن ۾ ورجل چوي ٿو تہ "عورت مفلوج مزاج ۽ بد فطرت آهي."

٢- چيني تمدن وارو فيصلو آهي تہ "عورت جو

قدم جيڪڏهن هڪ دفعو اڳتي وڌيو ته پوءِ ان کي واپس ڪرڻ قدرت جي اختيار ۾ ئي نه آهي. تنهنڪري هنگي اڳتي وڌڻ جو موقعو ئي نه ڏجي."

۳- ٻڌ ڌرم وارن ته عورت کي هڪ نقصانڪار شيءِ سمجهي ان کان علحده رهڻ جي تلقين ڪئي آهي.

۴- يوناني تهذيب ۾ عورت تي ڪنهن به طرح اعتبار ڪري نه ٿو سگهجي.

۵- بني اسرائيل جي زماني ۾ عورت جي پيدائش کي ئي ناقابل تلافي گناهه سمجهيو ويندو هو.

۶- عرب ۾ پڻ اسلام کان اڳي عورت کي پيدا ٿيڻ سان ئي زنده زمين ۾ دفن ڪيو ويندو هو.

۷- انگلنڊ جو مشهور ڊرامه نويس شيڪسپيئر عورت بابت چوي ٿو ته "عورت هڪ نازڪ ترين شيطان آهي، جنهن کي اڄ تائين ڪوبه سمجهي نه سگهيو آهي."

۸- مشهور انگريزي شاعر بائرن چوي ٿو ته "عورت قدرت جو هڪ خوبصورت عيب آهي."

۹- توريت، جا مڃيندڙ عورت کي فقط هڪ ملڪيت سمجهن ٿا، جا ٻيءَ املاڪ وانگر ورثي ۾ تقسيم ٿي سگهي ٿي.

۱۰- هندن جي مشهور مذهبي ڪتاب منو شاشتر ۾ عورت کي شودر کان به گهٽ درجو ڏنو ويو آهي.

ورثي جو ته عورت کي ڪوبه حق ڏنل نه آهي.

١١- مشهور اديب پرتري لکي ٿو ته ”واريءَ جي ذرن مان تيل ڪڍي سگهجي ٿو، مگر هڪ هٺيلي عورت کي تسخير ڪري نٿو سگهجي.“

١٢- انگلنڊ، فرانس ۽ جرمنيءَ جي ورثي ترڪي جي قاعدن موجب پڻ عورت کي ڪوبه حصو ڪونه آهي. شاديءَ کان پوءِ عورت پنهنجي مرد جي نالي پٺيان سڏجي ٿي ۽ سندس ذاتي خانداني وقار ختم ٿي وڃي ٿو.

حالانڪ عورت ۽ مرد جي ذهني قوت جي يڪسانيت جي تقاضا آهي، ته ٻنهي جا حقوق مساوي طور سمجهيا وڃن، خصوصاً جڏهن ته عورت ۽ مرد جي اختلاط سان پيدا ٿيل اولاد ۾ ڪي خصوصيتون ماءُ جون ٿين ٿيون ته ڪجهه پيءُ جون. عورت کان سواءِ مرد جي حياتي اڌوري آهي ۽ ساڳيءَ طرح مرد کانسواءِ زال اڌوري آهي، جهڙو اهو گل جنهن ۾ خوشبوءِ نه هجي. مرد ۽ عورت ٻئي هڪ ٻئي جا رفيق حيات آهن. جيڪڏهين عورت مرد بڻجڻ گهرندي ته هوءَ هڪ ناقص مرد ٿيندي. ساڳيءَ طرح جيڪڏهن ڪو مرد، عورت ٿيڻ گهرندو ته هو به ناقص عورت ٿيندو. درحقيقت عورت جي ٿي حيثيت ۾ هڪ عورت قابل محبت آهي ۽ سندس ذهني ۽ جسماني ڪمزوريون ئي مرد جي لاءِ ڪشش جو باعث

آهن. ساڳيءَ طرح وري مرد جي جسماني ۽ ذهني قوت عورت جي لاءِ جذبي جو باعث آهي. ٻئي جنسون پنهنجي پنهنجي جاءِ تي جدا جدا قوتون آهن ۽ هڪ ٻئي کان مختلف هوندي بہ هڪ ٻئي ۾ مدغم ٿي وڃن ٿيون. مرد جيڪڏهن پنهنجي جسماني ساخت، مشقت ۽ محنت جي لحاظ کان مضبوط آهي تہ وري تڪاليف برداشت ڪري وڃڻ واري قوت ۾ ڪمزور آهي. عورتن وانگر رنج ۽ تڪاليف کي خنده پيشانيءَ سان برداشت ڪري نٿو سگهي. بعضي مرد سرڪشي ڪري ڪجهہ همت ڏيکاري ٿو مگر اڪثر ڪري سرڪشي ڪرڻ سان پاڻ حالات کي بدتر ڪريو وجهي. مگر عورت بلڪل دليريءَ ۽ خنده پيشانيءَ سان اهڙي معاملي جي اڳيان مطيع ٿيو وڃي، جو معاملو لاعلاج آهي. مرد دورانديش آهي ۽ نهايت اهم تجويزون سوچيندو آهي. عورت دوربين نہ آهي، مگر پيش ايندڙ معاملن کي انهن جي نوعيت مطابق پيش اچي ٿي. مرد خانداري نہ ٿو ڪري سگهي، ڇاڪاڻ تہ هو پيش بين آهي. عورت حڪومت انڪري نہ ٿي ڪري سگهي، جو هو پيش بين نہ آهي. اهوئي سبب آهي جو فطرت انهن ٻنهي کي ازدواج ۾ متحد ڪرڻ چاهي ٿي، ان لاءِ تہ هڪڙي جي نگاه ٻئي جي نظر کي ۽ هڪڙي جو ذهن ٻئي جي ذهن جي تڪميل ڪري. واقعي جيڪڏهن مرد ۽ عورت ٻئي هڪ ٻئي کي سمجهي وڃن تہ سندن زندگي آسان

ٿي پوي ٿي. مگر ٻنهي لاءِ مشڪل وقت اهو آهي جڏهن هو ٻئي يا ته هڪ ٻئي کي مغلوب ڪرڻ گهرن ٿا يا هڪ ٻئي کي پنهنجو همساز نه ٿا بنائين.

مرد فڪر ڪري ٿو ۽ عورت انکي قبول ڪري ٿي. عورت فڪر لاءِ پيدا نه ڪئي ويئي آهي. مرد وانگر جيڪڏهن عورت به فڪر جي سمنڊ ۾ غوطا کائيندي وتي ته نظام زندگي سارو درهم برهم ٿي وڃي. جا شيءِ مرد کي ملي آهي، سا عورت کي ڏيڻ فضول آهي ۽ جا شيءِ عورت کي عطا ٿي آهي سا مرد کي ڏيڻ محض بيڪار آهي. عورت ۽ مرد هڪٻئي لاءِ بلڪل ضروري آهن. هو ٻئي ڪنهن به حالت ۾ هڪ ٻئي سان مدمقابل ٿي نٿا سگهن. مرد ڏئي ٿو ۽ عورت وٺي ٿي. مرد ڪمائي ٿو ۽ عورت کپائي ٿي. مرد وڃائي ٿو، عورت بچائي ٿي. مرد محنت ڪري ٿو، عورت کلي ٿي. مرد پيدا ڪري ٿو، عورت حفاظت ڪري ٿي، مرد پنهنجو گهر دنيا جي ضروريات تي قربان ڪري ٿو ۽ عورت دنيا جي ضروريات کي پنهنجي گهر مٿان قربان ڪري ٿي. مرد ۽ عورت هڪ ٻئي لاءِ بلڪل ضروري آهن. هو ٻئي جيترو به هڪ ٻئي جي گهٽي تڪميل ڪن ٿا، اوتروئي پنهنجي جنسيت جو وڌيڪ استحڪام ڪن ٿا. هو ٻئي پنهنجي ذمي دارين کي زياده محسوس ڪن ٿا. ٻنهي مان جيڪڏهن ڪو به پنهنجي جنسيت کي ترڪ ڪري ٿو ته ٻنهي جي لاءِ

خرابيءَ جو باعث بنجي ٿو. ڇو ته مرد ۽ عورت ٻه جداگانه شيون نه آهن، جهڙيءَ طرح ڏسڻ جي لاءِ ٻن اکين جي ضرورت آهي، جيڪڏهن هڪ اک ڏسڻ ترڪ ڪري، ته ساري دنيا جا نظارا ناقص ٿي پون ٿا.

هنن سيني ڳالهين جي باوجود، جا مشڪلات درپيش آهي سا اها آهي ته ٻئي فزيقون پاڻکي بلند رکڻ جي ڪوشش نه ٿيون ڪن، بلڪ هڪ ٻئي کي ڪيرائڻ جي درپي آهن. بسا اوقات اها ڪوشش دائمي نزاع جي شڪل اختيار ڪري ٿي. مرد، عورت کي پنهنجي پيرن جي جتي بنائڻ گهري ٿو ته عورتون وري انهيءَ جذبي سان ڪوشش ڪن ٿيون ته مرد تي سندن حڪومت هجي. انهيءَ دائمي ضد ۾ اهو احساس به فنا ٿي وڃي ٿو ته سندن اصل حقيقت ڇا آهي. اڇو ته هن باري ۾ اسين اسلامي تعليمات جي طرف رجوع ٿيون ۽ ڏسون ته اسلام مرد ۽ عورت جي متعلق تعلقات کي استوار رکڻ لاءِ ڪهڙا شرائط تجويز ڪيا آهن. سڀ کان اول جڏهن عورت پيدا ٿئي ٿي، تڏهن والدين کي اهو حڪم آهي ته هن جي توليد کي خدا پاڪ جي مهرباني ڄاڻن. جڏهن سندن شادي ٿئي، ته سندن خاوند لاءِ اهو حڪم آهي، ته عورتن جي حقن جي پوري حفاظت ڪن. اهڙيءَ طرح عورت ۽ مرد جا حقوق مساوي ڪيا ويا آهن. نڪاح جو غرض اهو آهي ته زال مڙس هڪٻئي جو لباس آهن ۽ هڪٻئي جي ڏک سک ۾ شريڪ آهن.

وراثت ۾ حقن جو تعين ته ائين ڪيو ويو آهي ته عورت کي پنهنجي ماءُ پيءُ ۽ مڙس جي ملڪيت مان ترڪي جو حق مستقل طور ڏنو ويو آهي.

جڏهن عورت ماءُ ٿئي ٿي، تڏهن ته اولاد لاءِ حڪم آهي ته جنت اوهان جي ماءُ جي قدمن هيٺان آهي. "الجنه تحت اقدام الامهات" انهيءَ سلسلي جي سڀ کان وڏي ڪڙي نڪاح آهي. ٻين سڀني مذهبن ۾ نڪاح جي حيثيت صرف هڪ رسم آهي، مگر اسلام ۾ ان کي معاهدو قرار ڏنو ويو آهي، معاهدو هميشه ٻن هڪ جهڙين طاقتن جي درميان ڪيو ويندو آهي. جنهنجو مقصد صرف اهو ته ٻئي فريقون سڀ کنهن وقت هڪٻئي جو خيال رکن. هڪ حديث شريف ۾ بانيءَ اسلام صلعم فرمايو آهي ته "شاديءَ کان اڳ ڇوڪريءَ کي ضرور ڏسڻ گهرجي. اسلام کان اڳ شاديءَ جي باري ۾ ڇوڪريءَ جي رضامنديءَ وٺڻ جو ڪو به ضرور ڪونه هو، مگر اسلام انهيءَ تفريق کي هڪدم مٽائي ڇڏيو. اسلام زال ۽ مڙس کي هڪ ٻئي سان حسن سلوڪ ڪرڻ جي خاص هدايت ڪئي آهي. بانيءَ اسلام صلعم جو ارشاد مبارڪ آهي ته "اهو شخص جو ڏينهن جو پنهنجي زال سان بدسلوڪي ڪري ۽ رات جو ان سان محبت ڪري، ته اها ڳالهه انساني فطرت جي مڪمل طور انڪاري آهي." پاڻ فرمايو اٿن ته "بهترين انسان اهو آهي جو پنهنجي زال سان بهترين سلوڪ

ڪري ٿو. عورت هڪ شيشي وانگر نازڪ شيءِ آهي،
تنهنڪري مردن کي گهرجي ته هو به عورت سان
نرم دلي ۽ مروت سان پيش اچن، جهڙيءَ طرح هو
ڪنهن شيشي جي شيءِ کڻڻ وقت احتياط ڪندا آهن."
پاڻ فرمائين ٿا ته "عورتن جي باري ۾ اوهين خدا کان
ڊڄو ۽ گهڻو احتياط رکو جو هو خدا جون امانتون
آهن." تعليم جي باري ۾ پاڻ فرمايو اٿن ته "جو شخص
پنهنجي نياڻيءَ جي پرورش ۽ پرداخت احسن طريقي
سان ڪري ٿو ۽ کيس اعليٰ تعليم ڏئي ٿو، اهو هن
دنيا ۾ ئي جنت هٿ ڪري ٿو."

عورت ۽ مرد جو تعلق طهارت ۽ تقويٰ کي محفوظ
رکڻ واسطي آهي. ٻئي فريقون هڪ ٻئي جي دين ۽
پاڪيزگيءَ جون مددگار معاون آهن. هڪ ٻئي جا سچا
دوست ۽ رفيق ڪار آهن. جيڪڏهن هنن ۾ اهو پاڪ
تعلق نه رهيو، جو نڪاح جي اصل مدعا آهي، ته پوءِ
سواءِ علحدگيءَ جي ڪوبه چارو ڪونهي. جڏهن انسان
جي ڪنهن ڏات يا ڏند ۾ سور پيدا ٿئي ٿو ۽ ڪينئان
ٻنجي وڃن ٿا ته پوءِ اها ڏات يا ڏند ئي نه رهيا، مگر
هڪ خبيث شيءِ ٿي پيئي جنهنجو ٻاهر ڪڍڻ ئي بهتر
آهي؛ مبادا سڄي زندگي تلخ نه ٿي پوي.

اها تشريح صرف مرد جي لاءِ مخصوص نه آهي.
بلڪ بجنسي عورت جي لاءِ به آهي. عورت تي فرض
آهي ته هوءَ به مرد جي پاڪيزگي ۽ طهارت لاءِ ممد

۽ معاون هجي ۽ مرد جي لاءِ سندس گهر جنت جو نمونو بنائي. عورت جي جاءِ سندس گهر آهي، ڇو ته جو ڪم هٿ جو آهي، سو پير نٿو ڪري سگهي، ۽ جو ڪم انسان جي دماغ کي ڪرڻو آهي، سو دل نه ٿي ڪري سگهي. عورت جو ڪم بندوق يا تلوار کڻي مردن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي يا انهن سان مقابلو ڪرڻ نه آهي بلڪ، عورت جو ڪم گهٽو ڪري پنهنجي آسپاس جي حفاظت ڪرڻ آهي ۽ جهاد جي موقعي تي بيمارن جي تيمارداري ۽ زخمين جي مرهم پٽي ڪرڻي آهي. عورت جيڪڏهن چاهي ته هوءَ گهر ويٺي به جهاد جا فرائض انجام ڏيئي سگهي ٿي. خاص ڪري ان وقت جڏهن چوطرف هوس پرستيءَ جي چار پکڙيل هجي.

مطلب ته عورت ۽ مرد هڪ ٻئي لاءِ لازمي ۽ ضروري آهن، ۽ هڪ ٻئي کان علحده ٿي نٿا سگهن. مگر ڪين گهرجي ته هو هڪ ٻئي جي تقويٰ ۽ پاڪيزگيءَ جي حفاظت ڪن ۽ پنهنجو ڪم انجام ڏين.

# محبت

هي ڪائنات ڪهڙي نہ سهڻي، ڪيتري نہ دلڪش ۽ ڪهڙي نہ خوبصورت آهي! هڪ طرف آسمان ۾ سج ۽ چنڊ چمڪي رهيا آهن، تہ ٻئي طرف وري تارا ٽمڪي رهيا آهن. ڪٿي وڏا وڏا سمنڊ ڇوليون ماري رهيا آهن تہ ڪٿي خشڪي ٻي خشڪي نمودار آهي. ڪٿي اتاهن جبلن جون چوٽيون آسمان سان ڳالهيون ڪري رهيون آهن، تہ ڪٿان وري انهن پربتن مان دريا ڇوليون هڻندا وهي نڪرن ٿا. ڪٿي دريائن ۽ ندين جي ڪنارن تي ساوڪ جهولي رهي آهي، ڪٿي درخت لڏي لمي رهيا آهن، تہ ڪٿي وري قسمين قسمين گل ڦل ٽڙي ۽ ڪڙي رهيا آهن. ڪنهن طرف ڏس تہ سربفلڪ محلات ۽ مڪانات اڏيل آهن، ڪٿي ڪوهن ٻي ڪوهن ۾ ميدان ٻي ميدان پکڙيا پيا آهن ۽ ڪٿي نظر ڪر تہ هزارين ڳوٺ، شهر ۽ ٻيون آباديون آهن جن ۾ مختلف قسمن جا مخلوق آباد آهن. غرض تہ دنيا جي عجيب نيرنگي، گونا گوني خوبصورتي ۽ ڪشش هرجا نظر ايندي، جنهن کي ڏسي دل ۾ خيال پيدا ٿئي ٿو تہ جڏهن هي ۽

دنيا ايتري حسين آهي تہ پوءِ ان جو ناهڻ وارو ڪهڙو نہ حسين، پيارو ۽ دلفريب هوندو.

هر ڪجا نقش نکو بيني برو مائل مباش
نقش را از دل رها ڪن عاشق نقاش باش

هيءَ دنيا جو ايتريقدر حسين آهي ۽ انسان جو خود بخود انجي طرف مائل ٿي وڃي ٿو؟ انجو جواب جيڪڏهن فقط هڪ لفظ ۾ ڏنو وڃي تہ اهو جواب هيءَ ٿيندو تہ ڪائنات ۽ انسان جي ناهڻ وارو هڪ ئي خالق برتر آهي، ان ڪري ئي انهن ٻنهي شين جو پاڻ ۾ گهاٽو تعلق آهي. انهيءَ خالق دنيا، انسان جي محبت جو جذبو پيدا ڪيو آهي، ۽ انهيءَ محبت جي ئي سبب هيءَ دنيا قائم آهي. انسان جو ناهڻ وارو خود هڪ مجسم محبت آهي.

انسان انهيءَ خالق برتر جو هن دنيا ۾ نائب يا خليفو آهي "اني جاعل في الارض خليفه" تنهنڪري پنهنجي خالق جي صفت ان ۾ پڻ موجود آهي. الله تعاليٰ پاڻ محبت آهي ۽ سندس بنايل دنيا ۾ انسان پڻ محبت آهن. اهو قدرت جو قانون آهي تہ:-

"کند هم جنس باهم جنس پرواز- کبوتر با کبوتر باز با باز"

انسان محبت جو حامل ٿي ڪري، محبت ڀري دنيا جي طرف ڇڪجي وڃي ٿو. سچ تہ ائين آهي تہ هن دنيا مان جيڪڏهن محبت کي الڳ ڪجي تہ، نہ هيءَ دنيا قائم رهي سگهندي ۽ نہ دنيا وارا زنده رهي

سگهندا. هي سارو ڪارخانو محض محبت سان ئي هلندو ٿو رهي. زمين ڇا آهي؟ ذرات جي محبت. جبل ڇا آهن؟ ننڍڙين پٿرين ۽ ريتيءَ جي محبت. وڻ ڇا آهن پنن شاخن جي محبت. گل ڇا آهن؟ پنکڙين جي محبت. سج ۽ چنڊ ڇا آهن؟ ڪرڻن جي محبت. محلاتون ڇا آهن؟ سرن ۽ گاري جي محبت. هي ذي روح هستيون ڇا آهن؟ روح ۽ جسم جي محبت. هيءُ جسم ڇا آهي؟ مٽي، باهه ۽ پاڻيءَ جي محبت. ڪپڙا ڇا آهن؟ تندن ۽ ڌاڳن جي محبت. آواز ڇا آهي؟ مختلف سرن جي محبت. مطلب ته دنيا جي ننڍيءَ کان وٺي وڏيءَ شيءِ تائين سڀڪجهه محبت ئي محبت. دنيا جي هستيءَ جو انحصار محبت تي آهي، جتي محبت آهي اتي ئي زندگي يا هستي آهي. محبت جي نڪري وڃڻ سان نيستي يا عدم وقوع ۾ اچي ٿو. سرون ۽ گارو محبت ڪن ته محلات قائم ٿي سگهي ٿي. پر جي ڪلفت ڪن ته محلات غائب!- ڌاڳا ۽ تندون محبت ڪن ته ڪپڙو موجود، پر جي محبت وسارين ته ڪپڙي جو وجود ناس! ڏاريون ۽ پن محبت ڪن ته درخت قائم، نه ته ان جو خاتمو! تنهنڪري محبت يا عشق فطرت آهي، جا شيءِ فطرت کي پنهنجو ڪري ٿي. اهائي قائم آهي. جا شيءِ فطرت کان بيپرواهه رهي ٿي، انجي هستي خطري ۾ پئجو وڃي.

دنيا جي باقي شين کي ڇڏي، صرف انسان جو

ذڪر ڪريون ٿا. مٿي چٽي چڪا آهيون ته انسان الله تعاليٰ جو هن ڪائنات اندر هڪ خليفو آهي. جهڙيءَ طرح هڪ گورنر پنهنجي عهدي تي تڏهن قائم رهي سگهي ٿو، جڏهن پنهنجي شهنشاهه جي آئين کي برقرار رکندو ۽ ان تي عمل پيرا هوندو. ساڳيءَ طرح انسان چونڪ پروردگار عالم جو گورنر مقرر ٿي، هن دنيا ۾ آيو آهي هن دنيا جي حڪومت سندس سپرد ڪئي ويئي آهي، ته پوءِ هنجي بزرگي ۽ برتري فقط تڏهن قائم رهي سگهندي، جڏهن پنهنجي شهنشاهه اعظم جي قانون کي قائم رکندو. اهو قانون سواءِ محبت جي ٻيو ڪي به ڪين آهي. انهيءَ محبت جي باعث ڏي، الله تعاليٰ دنيا جون سڀ شيون پنهنجي نائب يا پياري بندي انسان جي حوالي ڪيون آهن. تنهنڪري اهو سندس نائب ايستائين' پنهنجي احڪم الحاڪمين جو منظور نظر رهي سگهي ٿو، جيستائين هو سندس محبت جي قانون کي پوريءَ طرح هلائي ٿو. اهو قانون يا اصول انسان کي چڱيءَ طرح معلوم ناهي، مگر انسان اهڙو ته ڪج فهم ۽ عقل کان پري آهي، جو فطرت جي انهي قانون چاڻڻ جي باوجود غافل رهي ٿو، ۽ ائين ڪرڻ سان پنهنجي رب تعاليٰ جي نظر مان ڪري پوي ٿو. انسان انهيءَ ڳالهه جو خواهان آهي ته کيس آرام نصيب ٿئي ۽ سڪون قلب حاصل ٿئي. کيس معلوم به آهي ته اهي سڀ ڳالهيون انهيءَ محبت جي

نظر ياتي اصول ذريعي حاصل تي سگهنديون، تنهن هوندي به هيءُ نادان انسان، محبت جي سمنڊ ۾ پٿر اڇلي پريشان ڪندڙ لهريون پيدا ڪري ٿو ۽ پنهنجو اطمينان قلب وڃائي، باقي مخلوقات کي به پاڻ سان گڏ مصيبت ۾ مبتلا ڪري ٿو. هن دنيا ۾ جيتريون به جنگيون ٿي گذريون آهن، يا ٿي رهيون آهن، يا هن کان پوءِ ٿينديون، اهي سڀ انهيءَ غلطيءَ جو نتيجو آهن. مگر انسان اهڙو ته آهي جو انهن بدنتيجن جي تلخيءَ جو ذائقو چکڻ بعد به اها ڳالهه وساري ٿو ڇڏي، ته سڪون قلب ئي هڪ وڏي ۾ وڏي شيءِ آهي، جنهن کان سڀ راحتون بيڪار آهن ۽ سڪون قلب جي حاصلات جو ذريعو سواءِ محبت جي ٻيو ڪوبه ڪونهي.

محبت بي نياز آن حواين است
محبت چشمهء صدق و يقين است
محبت شد سکون بخش دل و جان
محبت حاصل دنيا و دين است

محبت جو درجو نهايت بلند آهي. ان سان مقابلي ۾ دنيا جي ٻي ڪابه چيز برابري ڪري نه ٿي سگهي. دنيا جون باقي سڀ شيون محبت جي سهاري هيٺ ٽڪيون ٿيون. سڀني جي محبت پشت پناهه آهي. انهيءَ جي ئي طفيل زمين ۽ آسمان قائم آهن ۽ سج، چنڊ،

تارا پنهنجي جاءِ تي بيٺل آهن. دنيا جون سڀ شيون محبت جون مرهون منت آهن ۽ سندس دست نگر آهن.

محبت هڪ نادر چيز ۽ هڪ بي بها جوهر آهي. محبت هڪ پاڪ جذبو آهي، جو هر تنفس جي دل ۾ خدا جي خاص وديعت آهي. محبت فراخدلي ۽ پاڪيزگي آهي. محبت نفس جي تقديس جو بيو نالو آهي. محبت جي تڪميل انسانيت آهي. آسمان کان زمين ذي لهندڙ شيءِ شين مان محبت سڀ کان وڌيڪ معصوم شئي آهي. محبت هڪ ازلي بشارت آهي ۽ ان جي خوشي پڻ ابدي آهي. محبت جي شاهراه کي ئي صراط مستقيم چئجي ٿو. محبت جو راڳ زباني ۽ نغمو غير فاني آهي. محبت روح جي خواهش آهي. محبت ئي ڪونين جي تخيل جو سبب آهي. هن سڄي دنيا جو قيام ۽ بقا ان تي ٻڌل آهي. الله تعاليٰ پنهنجي مخلوق کان سواءِ محبت جي بيو ڪجهه به نٿو گهري. خدائي جستجو جون سڀ رفعتون محبت تي ئي ختم ٿين ٿيون. محبت هڪ روشن صبح آهي، جنهنجي شام پيدا ٿيل ڪونهي. محبت آب حيات جي اها بوند آهي، جا مرده جذبات کي زنده ڪري ٿي. محبت زندگيءَ جي سڀ کان پاڪ ۽ مبارڪ برڪت آهي. محبت اهو اڪسير آهي جو دل ۾ شگفتگي ۽ تر و تازگي پيدا ڪري ٿو. محبت اهو نشو آهي جنهن سان دل کي آرام نصيب ٿئي ٿو. محبت بي جان نه آهي، مگر جان

واريءَ آهي. اندي نہ آهي مگر بصيرت افروز آهي.
مرض نہ آهي، مگر روحانيءَ صحت جو ثبوت آهي ۽
دنيا جي ڪشمڪش کان بي نياز رهڻ لاءِ بهترين آهي.
ڪهڙي نہ عجب جي ڳالهہ آهي جو اهڙي
پاڪيزه، دلفريب، روح افزا، مسرت آميز ۽ لطف اندوز
شئي کان انسان غافل رهي ٿو. خاص طور عجب
اهو آهي تہ محبت جو چشمو وري انسان جي ئي اندر
موجود آهي! انهيءَ چشمي تائين پهچڻ ۾ نہ ڪنهن
محنت جي ضرورت آهي ۽ نہ تڪليف جي. ضرورت
فقط هن ڳالهہ جي آهي تہ محبت جي شمع، جا قلب
جي اندر موجود آهي، ان کي روشن رکجي. البتہ اها
ڳالهہ قابل توجهہ آهي تہ محبت يا عشق جا ٻہ قسم
آهن. هڪ مجازي ۽ ٻيو حقيقي. مجازي عشق، اهل
دنيا وارن جو عشق آهي ۽ حقيقي عشق، خدا جي
طالبن جو عشق آهي. ڪي ماڻهو عشق مجازيءَ کي
خواب سمجهندا آهن ۽ ڪي ان کي حقيقي عشق
جي پهرين منزل ڪوٺيندا آهن "المجاز قنطرہ الحقيقت."
بظاهر ائين معلوم ٿئي ٿو تہ عشق مجازيءَ کي
گهٽ اهميت ڏني ويئي آهي. حالانڪ سچو عشق ان
جو هرگز دست نگر نہ آهي. منهنجي خيال ۾ تہ ٻئي
عشق خراب آهن جيڪڏهن انهن ۾ خود غرضي آهي، ۽
ٻئي عشق چڱا آهن جيڪڏهن انهن ۾ لا غرضي آهي.
درحقيقت سچي محبت اها آهي جا صرف محبت جي

خاطر ٿي ڪئي وڃي ٿي. سچي محبت اها نه آهي جا ڪنهن جي روح پرور تبسم يا جادو اثر نگاهن يا مٺي مٺي طرز تڪلم يا خيالات جي موافق يا ڪنهن احسان جي زير بار ڪئي وڃي ٿي. محبت محض محبت جي خاطر ٿي ڪرڻ گهرجي. اهڙي قسم جي محبت ٿي حقيقي معني ۾ محبت ٿي سگهي ٿي. محبت جي اندر آرزوئن جو جزو اصل نه هئڻ گهرجي. هڪ تنگدل انسان محبت نه ٿو ڪري سگهي. محبت بلند ترين انساني صفت آهي، بشرطيڪ ان مان جانثاري ۽ نفس جي قرباني مقصود هجي. پر جيڪڏهن محبت مان مراد ڪنهن شئي جو حاصل ڪرڻ هجي، ته پوءِ ان کان وڌيڪ ذليل شئي ٻي دنيا ۾ هرگز ٿي نه ٿي سگهي. اهوئي سچي محبت ۽ ڪوڙي عشق ۾ فرق آهي. سچي محبت ۾ ڪو به غرض يا خواهش هرگز نه هوندي آهي.

جا محبت اغراض ۽ خواهشات تي مبني هوندي آهي، اها موهه آهي، نه محبت. والدين، زال، ٻارن ٻچن، دوستن ۽ مال دولت جي محبت، غرض يا توقع کان هرگز خالي نه آهي، انهي ڪري محبت جو نالو مجازي محبت آهي. جا محبت نفس جي تسڪين لاءِ ڪئي وڃي ٿي، اها محبت نه آهي، فقط رنڊي ۽ هوس پرستي آهي. "محبت با وفا اچهي، عبادت بي ريا اچهي." جن ماڻهن مجازي عشق کي بام حقيقت تي پهچائڻ جو

ذريعو سمجهيو آهي، انهن وڏي غلطي ڪئي آهي ۽ ڪمال درجي جي بداخلاقي پکيڙي آهي. سچي محبت ته هڪ بلندترين چيز آهي، جا هرهڪ انسان جي حصي ۾ اچي نه ٿي سگهي ۽ دنيوي محبت جي متضاد آهي. حقيقي عشق ۾ ته نفس تي ضابطو رکڻو پوي ٿو، ليڪن مجازيءَ ۾ نفس پڙڪي اٿي ٿو، جن ماڻهن ائين سمجهيو آهي ته مجازيءَ مان حقيقي عشق سکجي ٿو، تن کي شايد خبر ٿي ڪانهي ته ”عشق رادر مدرسه تعليم نيست“ اهڙن ماڻهن تعليم ڏيڻ ۾ نهايت گهڻو ڏوهڪو ڪاڙو آهي. طالبن کي شراب ۽ نشيدار شيون استعمال ڪرايون آهن. اڄ ڪالهه جي صوفين جو شراب، ڀنگ، چرس ۽ آفيم تي جو ايترو زور آهي سو سڀ ان جو نتيجو آهي. انهن کي غلط گمان آهي ته ڀهرياڻين مصنوعي سرور پيدا ڪبو ته پوءِ حقيقي سرور پاڻهي حاصل ٿي ويندو. نتيجو اهو نڪتو آهي جو عشق سيکاريندي سيکاريندي ڪيترن انسانن جون حياتيون تباه ڪيون ويون آهن. ساڳيو حال انهن شهوت پرستن جو آهي جي چون ٿا ته

”حسن خويش ازروئي خوبان آشڪارا ڪرده است“

مٿي جيڪي به عرض ڪري چڪو آهيان، ان مان ظاهر آهي ته انسان جي لاءِ محبت هڪ فطري جذبو آهي. هر شخص محبت ضرور ڪري ٿو. ڪي ماڻهو پنهنجي جسم کي پيار ڪن ٿا، ڪي دولت کي، ڪي ٻارن ٻچن کي، ڪي مذهب ملت وارن کي، ڪي

قوم کي ۽ کي اهل وطن کي. فقط هکي توريون ڇوند هستيون آهن، جي ساري ڪائنات ۽ بني نوع انسان جي اپائيندڙ، خالق ارض وسما سان محبت رکن ٿيون. سچ ته ائين آهي ته محبت جي حقيقت کي فقط انهن ئي صحيح سڃاتو آهي.

## صاحبا

قديم زماني جي تاريخ جي ورق گرداني ڪرڻ مان معلوم ٿو ٿئي، تہ باوجوديڪ اسان جا بزرگ مذهب، ايمان ۽ اصول جا زياده پابند هوا تنهن هوندي بہ جسماني طاقت کي نظرانداز ڪونہ ڪري ڇڏيندا هوا. اڄ ڪلهہ جتي ڪٿي مذهب ۽ ايمان کي بالاڻي طاق رکيو ويو آهي ۽ هرهنڌ تنازعہ البقا جو لحاظ رکيو وڃي ٿو. جنهن لاءِ پڻ ڏسڻو آهي تہ جسماني طاقت جي ڪيتري قدر ضرورت آهي. سڀيئي اهل علم هن باري ۾ يڪزبان آهن تہ تڪميل انسانيءَ جي ڪسوٽي ان جي اعليٰ ڪئريڪٽر (اخلاق) تي مبني آهي. انسان جي جامع تعريف ڪندي ڪنهن شاعر ساري دريا کي هڪ ڪوزي ۾ ڪئي بند ڪيو آهي.

درد دل پاس وفا جذبهٔ ايمان هونا
آدميت هي يهي اور يهي انسان هونا

اهاڻي اعليٰ ڪئريڪٽر جي نشاني آهي. اگر تسليم ڪيو وڃي تہ انسان سچي معنيٰ ۾ انهيءَ لقب جو تيستائين مستحق ٿي نٿو سگهي جيستائين ڏن صفتن "درد دل" "پاس وفا" ۽ "جذبهٔ ايمان" سان متصف نٿو ٿئي تہ ان لاءِ قوت بازوءَ جي ضرورت آهي. درد دل رکندي

ڪنهن ڪمزور غريب ۽ بي ڪس جي حتي المقدور حسب توفيق امداد ڪرڻ هڪ حساس دل جو شعار هئڻ گهرجي. مگر اهو تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن بازوءَ ۾ زور هوندو. زمانو بام ترقيءَ جي طرف برق رفتاريءَ سان گامزن آهي. زندگيءَ جي انهيءَ ڊوڙ ڊڪ ۾ اهوئي شخص زماني جي دوش بدوش هلي سگهندو جو پنهنجو رستو زور بازوءَ سان ٺاهيندو ورنه متحرڪ متيءَ جو ڍير بڻجي رهڻ سان پيرن هيٺان لتاڙجڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به حاصل ٿي نه سگهندو. زندگي هرگز انهيءَ جو نالو نه آهي.

باقي رهيو "جذبه ايمان" يا خدا جي عبادت جا انسان جو اهم ترين فرض آهي. اها پڻ بغير صحت جي ممڪن نه آهي. فرائض جو انجام ڏيڻ فقط تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن طبيعت درست هوندي. اهو هرهڪ کي تجربو هوندو ته جڏهن طبيعت نادرست هوندي آهي تڏهن انسان پاڪ صاف رهي نه سگهندو آهي ۽ جسم جي صفائيءَ بغير قلب جي صفائي محال آهي. عام مشاهدي جي ڳالهه آهي ته ڪنهن مسجد، مندر يا ٻين متبرڪ مقامات جي بيروني حالت کي ڏسي ڪري ان جي اندروني انتظام نگهداشت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اگر ڀاڄران شڪسته ۽ بوسيده هوندو ته ان جي نگاهه تغافل جي شڪار هجڻ ۾ ڪوبه شڪ ٿي نٿو سگهي يعني اها حالت جسم انسانيءَ جي آهي. جسم پاڪ نه

آهي ته دل به صاف نه آهي ۽ جيڪڏهن دل صاف نه آهي ته اها آئينه انوار الاهي ٿي نٿي سگهي. هن مان ثابت ٿيو ته دنيا ۾ بحيثيت هڪ انسان جي، سڀڪنهن فرض جي انجام ڏيڻ لاءِ صحت جو هئڻ لازمي آهي.

هاڻي رهيو حصول صحت جو طريقو اهو بلڪل صحيح آهي ته هڪ تندرست جسم ئي سالم دماغ رهي سگهي ٿو، مگر ناقدانه نظر سان ڏسبو ته ان جي برخلاف حقيقت معلوم ٿيندي، يعني ته جيستائين دل ۽ دماغ صحيح نه هوندا، تيستائين جسم درست رهي نه ٿو سگهي. ڇا اسين ڪنهن ماڻهوءَ کي متفڪر ڏسي هڪدم هن جي اندروني ڪيفيت کي سمجهي نه وٺندا آهيون؟ گويا چهري جو اندازو اندروني ڪيفيت جو نتيجو آهي. جيڪڏهن انسان خوشدل هوندو آهي ته سندس چهرو ئي شگفته هوندو آهي. ان جي برعڪس جيڪڏهن هو متفڪر هوندو آهي ته سندس پيشاني خود ان ڳالهه جو بين ثبوت آهي. جڏهن اندروني ڪيفيت جو جسم تي ايتري قدر نمايان اثر پوي ٿو تڏهن لازمي آهي ته پهريائين اسين پنهنجي ذهنيت جي صحت جو خيال رکون. اسان ڪان ڪوبه عمل سرزد ٿئي ته ان ڪان اڳ ۾ اهو خيال جي شڪل اختيار ڪري ٿو. يعني اسان جي افعال جو انحصار خيالات تي آهي. اگر اوهين خيالات پوکيندا ته افعال لڻندا.

افعال جو تڪرار وري عادتون ڏاهي ٿو. عادت مان هات چلت جڙي ٿي ۽ هلت چلت ئي انسان جي تقدير

آهي. گويا انسان پنهنجي تقدير جي محلات جو پاڻ معمار آهي.

لهذا تندرست رهڻ لاءِ انسان کي گهرجي ته هروقت صحت تي تصور جمائي ۽ هميشه خوش رهي. روزانه ڪم از ڪم ٻه دفعا ٽهڪ ڏيئي کلي، جنهن مان قوت هاضمي ۾ اضافو ٿئي ٿو، قلب جي حرڪت ۽ خون جو دورو تيز ٿئي، زهريلا مادا خارج ٿين ۽ انسان کي اهو توازن حاصل ٿئي، جنهن کي صحت جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

ان جي خلاف گهٽتي ۽ تشويش صحت جا بلڪل منافي آهن. زنده دليءَ کان سواءِ انسان انهيءَ گاڏيءَ وانگر آهي، جنهن ۾ ڪو به اسپرنگ نه هجي ۽ جو رستي جي ٿوري ٿوري خرابيءَ سبب ٽڙڪندي هلي. زنده دل انسان وري انهيءَ اسپرنگ واري گاڏيءَ جي مثال آهي. جو ناهموار زمين تان به بغير ڌڪن ڌومن کائڻ جي هلندو هلي ۽ سواءِ ڪنهن خوش ڪندڙ جنبش جي ٻيو ڪجهه محسوس نه ڪري.

انسان کي متفڪر ٿيڻ ٿي ڇو گهرجي؟ اهو ته مشيت ايزديءَ جي منافي آهي. جيڪڏهن اسان جو عقيدو اهو نه آهي ته خدا مسبب الاسباب آهي ۽ جو ڪجهه ڪري ٿو، سو اسان جي بهتريءَ لاءِ ڪري ٿو ته پوءِ اسين ڪافر آهيون. وري جيڪڏهن اسانکي ان تي يقين آهي، ته پوءِ رنجيده ٿيڻ محض ناداني آهي،

چو تہ رضائي حق جي اڳيان سر تسليم خم ڪرڻ کان سواءِ ٻيو ڪوبہ رستو ڪونهي. ٿهڪ ڏيڻ صحت انسانيءَ تي زبردست اثرڪري ٿو، قوت اراديءَ ۾ صحت جوهر هڪ راز مضمر آهي. اهائي قوت دنيا ۾ صحت، ترقي ۽ راحت جي ڪنجي آهي. "اعتقاد" صحت جو سرچشمو آهي. اهو تصور ڪرڻ تہ "مان بلڪل تندرست آهيان ۽ روز بروز منهنجي صحت روبہ ترقي آهي." درحقيقت سؤ دوائن ۽ هزار ڪسرتن جي برابر آهي. ڪمزوريءَ جو خيال، جنهنکي وهم چئجي ٿو، سچ پچ تہ انسان کي ٻيڻو ڪمزور ڪري ٿو ۽ خوف ۽ ڪمزوري موت کان بہ بدتر آهي.

مٿي ذڪر ڪيل اشارات، جي تندرستيءَ جا معاون آهن، تہ تن کانسواءِ ٻيا مناسب طريقا اختيار ڪرڻ پڻ لازم آهن، جنجي ڪري جسم تندرست ۽ خوبصورت رهي سگهي. اول سڀ کان ضروري ڳالهہ هوا آهي، جا ساهہ کڻڻ سان اندر داخل ٿي، خون کي صاف ڪري ٿي. ساهہ کڻڻ جو رستو نڪ آهي. جيڪڏهن سڀئي انسان صحيح طريقي تنفس اختيار ڪن تہ بيماري دنيا مان ئي مفقود ٿي وڃي. مگر تمام ٿورا انسان آهن، جي نڪ جي ذريعي ساهہ کڻندا هجن. وات جي رستي ساهہ کڻڻ نهايت خطرناڪ آهي. جيڪڏهن غور سان ڏنو وڃي تہ هڪ لب بستہ انسان جو چهرو پر هراس ۽ رعبدار هوندو آهي. برعڪس انجي وات ڦاٽل انسان

نهايت نفرت انگيز هوندو آهي ۽ ڪوبه ذيءَ روح هنگي وقعت جي نگاه سان نه ڏسندو. سواءِ مکين جي، جيڪي ڪليل وات کي مهمان سراءِ سمجهي شرف قدوم بخشيندا آهن.

علاوه ازين، نڪ ۾ قدرت هڪ قسم جي چاڻي رکائي آهي، جنهن مان هوا ڇڻجي انهن خاڪي ذرات ۽ جراثيم امراض کان صاف ۽ پاڪ ٿي اندر داخل ٿئي ٿي. اها چاڻي نڪ جا وار آهن. تنهنڪري جو شخص نڪ جا وار ڪڍائي ٿو، سو گويا وڏي گناهه جو مرتڪب ٿئي ٿو.

تازي هوا ۾ جيتري قدر ٿي سگهي اوتري قدر گذارجي. جيئن ته تازي هوا صبح جي وقت بڪثرت ملي ٿي، تنهنڪري صبح خيزيءَ کي جتني ڪي افضل سمجهيو وڃي ٿو. جو لطف صبح خيزيءَ ۾ آهي، سو فقط ذاتي تجربي سان ئي حاصل ٿي سگهي ٿو. باقي ان کي احاطي تحرير ۾ آڻڻ مشڪل آهي.

هوا کان پوءِ ٻيو درجو پاڻيءَ کي حاصل آهي، جنهنجو داخلي ۽ خارجي استعمال صدها امراض جو دافع آهي. هر روز ٿڌي پاڻيءَ سان غسل ڪري جسم کي صاف رکڻ گهرجي، مٿي کان وٺي پيرن تائين سڄي بدن کي خوب ملي تز ڪرڻ گهرجي. وهنجڻ وقت هميشه مٿي کان شروعات ڪجي. ائين ڪرڻ سان گرمي بتدريج هيٺ لهندي ۽ انجي برخلاف هيٺين حصي

جي گرمي به مٿي چڙهي اکين ۽ دماغ کي نقصان پهچائيندي. پاڻي جيڪڏهن زياده ٿڌو هوندو، ته حرڪت قلب بند ٿي وڃڻ جو احتمال آهي. پاڻي پيئڻ وقت پڻ چند ڳالهين جو خيال رکڻ نهايت ضروري آهي. صبح جو رفع حاجت کان اول اول رات واري رکيل پاڻيءَ جو هڪڙو گلاس پيئڻ دائمي قبضيءَ جو حتمي علاج ۽ درازيءَ عمر جو موجب آهي. پاڻي پيئڻ وقت اکيون بند ڪرڻ، پيئڻ بعد به يا ٽي منٽ وات بند رکڻ، ڍڪ ڍڪ ڪري پيئڻ، کاڌي کان اڳ يا پوءِ ۽ ورزش ڪرڻ بعد هڪدم پاڻي پيئڻ کان پرهيز ڪرڻ نهايت معمولي مگر نتيجه خيز نڪتا آهن.

پاڻيءَ کان پوءِ غذا ڏي متوجه ٿجي ته: غذا سادي زود هضم ۽ صاف هجي. بغير اشتها جي کاڌو هرگز کائڻ نه گهرجي. طعام کائڻ وقت ڪنهن به قسم جي تشويشناڪ خيالات کي دل ۽ دماغ ۾ جڳهه نه ڏجي، بلڪ پوري اطميناني سان دسترخوان تي ويهي کائجي. کاڌي کان پوءِ فوراً پيشاب ڪرڻ پٿري ۽ ٻين معدي جي مرضن کان وڏو بچاءُ آهي.

ازروئي حڪمت، لباس هميشه ويڪرو ۽ سادو هئڻ گهرجي جو ممد صحت آهي. مگر تهذيب حاضر جي شائقين تازي هوا جي حملي کان جسم کي بچائڻ لاءِ جيڪو تنگ لباس اختيار ڪيو آهي ۽ جنهن کي هو تهذيب جو لب لباب سمجهن ٿا ان کي جيڪڏهن

اسان جا وڏا صرف ڏسن ته يقيناً سندن ساه ڏي گهٽجي وڃي.

روزمره وارن کي صاف رکڻ ۽ ڦٽي ڏيڻ، خون جي دوري کي تيز ڪرڻ ۽ برقي وهڪ کي پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڪري ٿي. اکين کي ٿڌي پاڻي ۽ سان صاف ڪرڻ ۽ ڏندن کي مسواڪ ڪرڻ انسان جي روزاني معمولات ۾ داخل هئڻ گهرجي.

رهائش جي متعلق ايترو لکڻ ڪافي آهي، ته رهڻ جي جاء حتي الامڪان نجاست ۽ گندي فضا کان پري ڪشادي ۽ هوادار هئڻ گهرجي. اها ڪمي تازي هوا ۾ گهمڻ سان به پوري ٿي سگهي ٿي.

سڀ کان آخر ۽ سڀ کان مقدم جسماني ورزش آهي. حضرت آدم عليه السلام تي بهشت مان نڪرڻ وقت واضع ڪيو ويو هو ته جيستائين تنهن کان چوٽي ۽ تائين سڄو جسم پسينو نه ڪندين، تيستائين تو کي رزق نه ملندو. گويا صحت ته درڪنار، بغير جنبش جي انسان جي زندگي به محال آهي. مشاهدو ڪيو ويو آهي ته ڪو به معطل عضوو هميشه جي لاء بيڪار ٿي ويندو آهي. هر روز باقاعدي مقرر اوقات تي حسب طاقت ورزش ڪرڻ صحت کي برقرار رکي ٿي. جنهن به عضوي کي مضبوط ڪرڻ جي خواهش هجي، ان کي چڱي طرح چورڻ ڦورڻ گهرجي. ورزش ئي هڪ اهڙي شيء آهي جنهن سان انسان پنهنجي عزائم ۾ ڪامراني ۽

فرائض کي انجام ڏيڻ جي قابل ٿي سگهي ٿو. مگر طاقت جو ناجائز استعمال، بني نوع انسان جي دل آزاري گويا بي تحاشا جهنم جي طرف ڌوڪي وڃڻو آهي.

کنهن ديو جيتري طاقت هٿ ڇگي آهي، مگر ان کي ديو وانگر استعمال ڪرڻ سخت بڇڙي ڳالهه آهي. طاقت جي استعمال لاءِ مهل ۽ موقعي سڃاڻڻ ۾ وڏي احتياط جي ضرورت آهي. مصور فطرت علامه اقبال مرحوم جا هيٺيان اشعار انسان لاءِ مشعل راهه ٿي سگهن ٿا.

مصاف زندگي ميں سيرت فولاد پيدا کر
شبستان محبت مين حرير و پرنيان هو جا
گذر جا بن کے تندرو کوه و بيابان سے
گلستان راه مين آئے تو جوئے نغمہ خوان هوجا

---

# گوڙيءَ جا ڏهرا

”گوڙي“ نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺڙو تعلقي ننگر پارڪر ۾ آباد آهي. اهو ڳوٺ ننگر پارڪر کان ١٤ ڪوهه اتر طرف ۽ پالوا (مارئيءَ جي ڳوٺ) ملير کان ٢ ڪوهه پري واقع آهي. هن ڳوٺ جي ڏسڻ لاءِ پاڪستان جي ويجهي ۾ ويجهي ريلوي اسٽيشن هن وقت کوکرو پار آهي، جتان تخميني طور ٤٠ ڪوهه خشڪي سفر ڪري مذڪور ڳوٺ جو معائنو ڪري سگهجي ٿو. گوڙيءَ جي ڳوٺ ۾ جين ڌرم وارن جو هڪ عاليشان بت خانو قائم آهي، جنهن کي عام طور گوڙيءَ جا ڏهرا يا گوڙيءَ جو مندر ڪوٺيو وڃي ٿو. اهو مندر سوڍن جي اوج حڪومت واري زماني ۾ يعني سال ١٣٧٦ع ۾ تعمير ٿيو هو. جين ڌرم جا پيرو هڪ ديوتا ”پارس نات“ جا پوڄاري آهن، جنهن کي گوڙيچو به چوندا آهن. اهوئي سبب آهي جو هن ڳوٺ خواه مندر جو نالو ”گوڙي“ لفظ سان مشهور آهي.

الله تعاليٰ جي قدرت اپار آهي. انساني زبان هن جي حمد ۽ تقديس جو پورو حق ادا ڪري سگهڻ

ڪان عاجز ۽ شرمسار آهي. ريگستان جو سيلاني، جڏهن ٿر جي موتمار پٽن جون لاهيون ۽ چاڙهيون لتاڙي گوڙيءَ جي ڪوٽ ڪي اچي اڪثين ڪندو، تڏهن پري ڪان ئي هندن جو هي پوتر آستان سندس نظاري جو باعث بڻبو. ويجهو اچڻ تي ڏسڻ ۾ ايندو ته هڪ قديم بوسيده عمارت آهي، جنهن جي چوڌاري ڪنبڻ جو لوڙهو ڏنل هوندو.

ڏيورين جي گنبذن جون چوٽيون لتل، ايامن جي بارش سبب اڏاوت ۾ سياهيءَ ۽ سفيديءَ جو اشتراڪ، ديوارين ۾ ڪيترن هنڌن تان پيل خندق ڏسي هڪ واريءَ ته دل تي اهو خيال تري ايندو ته الله اڪبر! شاهه زمان (وقت) هن عمارت تي به نيٺ پنهنجو پورو رعب ۽ تسلط اچي ڄمايو آهي!

انساني طبيعت ۾ اڻ تڻ پيدا ٿيندي ته آئٽ تان لهي مندر ۾ اندر داخل ٿجي، ۽ هن تواريخي بت خانه جو ديدار ڪري عبرت حاصل ڪجي.

چوگرد ڏنل لوڙهي جي اڀرندي طرف ڪان ڪڙه لتاڙي، مندر جي ٻاهرئين صحن ۾ داخل ٿيڻ سان ڀهريائين ڊنل پٿرن جو هڪ ڍير ڏسندڙن کي متوجهه ڪندو. اتي پهچڻ سان هڪ عجيب و غريب غفا (ڀهرو) نظر ايندي، جنهن ۾ ايامن ڪان صفائيءَ جي انتظام نه هئڻ سبب اندر گهڙڻ ڪان خوف پيو وٺندو. بهر صورت جيڪڏهن ڏارچ ٻٽي ڪٺي اندر داخل ٿبو ته هڪ ٻئي

ٻڌيان چار ڪونيون نظر ايندڙيون: چوٽين ۽ ڪوٺيءَ ۾ (تقريباً ٢-٢ فوٽ) چورس هڪ دري ڏسڻ ۾ ايندي. دريءَ جي اندر صرف هڪ ماڻهوءَ جي وهڻ جيتري ڪوٺي ٺهيل آهي. جنهن ڪوٺي هڪ پوڄاري شانتي ۽ ايڪانت ۾ ويهي پنهنجي پرميشور جي پوڄا ۾ مگن ٿي سگهي ٿو.

عام طرح چوڻ ۾ اچي ٿو، ته ڪنهن انگريز هڪ پولٽيڪل ايجنٽ مسٽر واٽسن، انهيءَ دريءَ ڪان اندرين زمين کوٽائڻ جي ڪوشش ورتي هئي، مگر تنهن دفعا غيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيس ته، نه! نه! جنهن تي هو خود هٽي ٻاهر نڪتو، ۽ مزدورن کي ڪم بند ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. چوڻ ۾ اچي ٿو ته ڪن ڏيورين جون چوٽيون به پٽايائين، هيٺ ڪيائين، انهيءَ خيال سان ته مبادا ڪو خزانو لڪل هجي، مگر ڪجهه به هٿ ڪين آيس. جڏهن ڪوٽڙيءَ ڪان مٿي چاچڙي شهر ڏانهن واپس وريو، تڏهن وات تي ئي بيمار ٿيو ۽ وفات ڪيائين. سندس لاش چاچڙي کان ڪٽائي، عمرڪوٽ آندو ويو جتي ڪيس مدفون ڪيو ويو ۽ اڄ تائين سندس قبر قائم آهي. والله اعلم بالصواب.

انهيءَ غقا جو ديدار ڪري مندر جي ٻاهرين پٽ جي اندر داخل ٿيو ته اول اول هڪ شامياني مثال گنبذ وارين ڏيوڙيءَ ۾ گهڙيو، هن ڏيوڙيءَ تي نظر ڦيرائڻ سان اکين کي راحت اچي ويندي ۽ ان جي سجاوت

۽ ڪاريگريءَ ڏسي اقرار ڪرڻو پوندو، ته بيشڪ ڪاريگرن پنهنجو هوش گوش جاءِ ڪري هي عاليشان مڪان تيار ڪيو آهي. اندر ان گنبذ جي ڇت تي عجيب و غريب مردن خواه حسين عورتن جون مورتون (تصويرون) چٽيون اٿن، جن جو نقش و نگار حيرت ۾ وجهي ٿو ڇڏي. اٿين معلوم ٿو ٿئي ته اهي مورتون جيني ديوتائن ۽ ديوين جون آهن. هيٺرين ايامن گذرڻ بعد به اٿين پيو پائنجي ته ڇٽڪ اهي مورتون اڄ ڏڪي ڇٽي راس ڪيون اٿن.

هيءُ شاميانو (١٦-١٦) چورس فوٽ آهي ۽ ١٢ ستونن تي قرار ڪري ٿو. هرهڪ ستون ۹ فوٽ دراز آهي ۽ گنبذ جي اوچائي ٽنهين ڪان به ١١ فوٽ مٿي آهي. يعني ته گنبذ جي سموري اتاهين زمين ڪان ٢٠ فوٽن تي آهي. سڄي مندر جي ايراضي اوپر ڪان ١٢٠ فوٽ ڊيگهه ۽ اتر ڪان ڏکڻ ٤٨ فوٽ ويڪر آهي. اتر طرف ڪان ٤٨ فوٽن ۾ ايوان آهي ۽ ڪابه اڏاوت نه آهي. باقي ٧٢ فوٽن ۾ سموري عمارت آهي. شاميانه ڪان اڳتي اندر پرو هلبو ته اول هڪڙي ننڍڙي ڪوٺي ايندي پوءِ وري ٤ وڏا ڏهرا ايندا جن جي ايراضي ١٦×١٦ چورس فوٽ ٿيندي. پهرين ٽن ڏهرن جي مٿان شاميانه وانگر گنبذ آهن باقي چوٿين ۽ سڀ کان اندرئين ڏهري تي عام مندرن وانگر نوڪدار مناري مثل تعميرات ٺهيل آهي. انهيءَ چوٿين ۽ بلڪل اندرئين ڏهري ۾

ڪوڙيچا پارس ناٿ جو وڏو عاليشان بت رکيل هوندو هو جو هن وقت ڪم آهي.

پاسن کان وري ۱۲ ننڍيون ڪوٺيون (ڏيوريون) اوله طرف ۽ ۱۲ ننڍيون ڪوٺيون (ڏيوريون) اوير طرف ٺهيل آهن. سڀني ڪوٺين جي اڳئين اندرئين پاسي وراندا ٺهيل آهن، ڏکڻ طرف کان به ۳ ڪوٺيون ٺهيل آهن، مگر انهن کي اڳيان ڪوبه وراندو ڪونه آهي. انهن سڀني ڪوٺين يا ڏيورين ۾ ايتري جڳهه مس آهي، جنهن ۾ صرف هڪ ماڻهو سولائيءَ سان ويهي سگهي. انهن ڏيورين بابت به ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون: (۱) ڪن جو چوڻ آهي ته هرهڪ ڏيوريءَ ۾ ڪنهن نه ڪنهن مختلف ننڍي ديوتا جو بت رکيل هو جنهن جي پوڄا ڪئي ويندي هئي. (۲) يا وري انهن ڏيورين ۾ ڪي جوڳي ويهي، جوڳ ابياس ڪندا هئا انهن ڏيورين مان هرهڪ ۾ ننڍو ٿلهو به ٺهيل آهي، جنهن تي يا ته بت رکيل هوندو هو، يا ڪو جوڳي ويهندو هو. جملي ۵۲ ننڍا وڏا گنبذ ڇت تان نظر ايندا، جن مان ۴ گنبذ ڪوٺين جي مٿان آهن.

وچ واريءَ وڏيءَ ڏيوريءَ وٽ بيهي چوطرف نظر ڪبي ته اوير ۽ اوله وارن پاسن کان ننڍين ڏيورين ۽ اڳيان وراندن جي جهرمر ۽ سامهون ڏکڻ ڏي پارس ناٿ جو وڏو ڏيورو ۽ اتر کان شاميانې وٽان اچڻ وارو اڏاوت ٿيل رستو، ڇتين تي نقش ٿيل مورتون، طبقي طبقي تي

گنبذن جو نقش و نگار، انسان جي دل تي هڪ اهڙي قسم جي ڪيفيت طاري ڪندو، جو سندس من وچي پنهنجي محبوب حقيقيءَ ڏانهن مائل ٿئي ٿو. "گوڙيچا پارس ناٿ" جي آخرين ڏيوريءَ جو گنبذ جيتوڻيڪ هينئر هيٺ لٿو پيو آهي، تاهم ان جي ڪاريگري ڏسڻ وٽان آهي. سنگتراشي، چِن مان نهيل ننڍيون مورتون پٿين جا پهلودار پاسا ۽ ڪنگريون ڏسي دل ڪاريگرن کي داد ڏيڻ کان رهي ڪين سگهندي.

پٿر جيڪي عمارت ۾ ڪم آيل: آهن، تن مان ڪيترا ٻارهن ٻارهن فوٽ ڊگها ۽ ٽي ٽي فوٽ ويڪرا به آهن. جيئن ته اهڙا وزني پٿر اُنن جي بازبرداريءَ جي حد امڪان کان بعيد آهن، تنهنڪري اهو انومان ڪيو وڃي ٿو ته گوڙيءَ جي پر ۾ پنجن ڪوهن جي مفاصلي تي، ڏکڻ اوپر طرف ويرا واهه متصل جو پاري ننگر جو مشهور بندر هوندو هو، جتي جهاز بيهندا هئا يا "ڏوتڙ" يعني ٻه ٽڙ جو ڪوٽ اجا تائين قائم آهي، جتي ان وقت جهاز اچي لنگر هڻندا هئا، شايد اهي پٿر انهن بندرن تان ٻيڙين رستي آندل هجن. ڏوتڙ وٽ اجا تائين لوهه جون وڏيون دنگيون ۽ ڪلا ڏسڻ ۾ اچن ٿا، جي بندر هجڻ جي يقيني ثابتي آهن. باقي جيڪي ڪچا پٿر عمارت ۾ ڪم آندل آهن، اهي خود گوڙيءَ جي ڏهر مان برآمد ٿيل آهن. صرف ڪاريگرن انهن پٿرن تي اچي چن جو پلستر هنيو، انهن کي سنگ جراح اهڙيءَ

طرح مالش ڪيو آهي، جو سنگمرمر پيو معلوم ٿئي؛ هندستان جي اندر جيڪي قديم عمارتون آهن تن ۾ جينن جا مندر پڻ هڪ مکيه جاءِ والارين ٿا، ابو جبل جي دامن ۾ اڄ سوڏو جينن جو ڏيلواڙيءَ جو مشهور مندر آهي، جو هندستان جي عمدين عمارتن ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو.

ان ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي، ته سنڌ جي قديم يادگارن مان هي به عمدو يادگار آهي، مگر افسوس جو هن مندر جي ٺهڻ جي صحيح ۽ سچي تاريخ اڃا هٿ اچي نه سگهي آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته دراصل شاميانې جي مهڙ ۾ هڪ پٿر، پٽ ۾ لڳل هو، جنهن تي پالي ڀاشا ۾ تاريخ لکيل هئي؛ مگر هينئر اهو پٿر گم آهي. ڪن جو گمان آهي ته سنبت ١٣٥٩ ۾ هن مندر جو بنياد پيو هو. هتي هميشه بمبئي ۽ ڪاٺياواڙ کان جينن ڌرم جا تيرٿ واسي ايندا هئا ۽ ڪي ڏهاڙا هتي ٿکي ريگستان جي صحت بخش آب و هوا جو لطف مانيندا هئا. هينئر به سال به سال گوڙي ڳوٺ جا ماڻهو بدي جي مهيني ۾ چانڊوڪين ۾ مندر تي جاڳ ۽ ڀڄن واڻي ڪندا آهن ۽ هڪ ميلي جي مثال لقاءُ لڳي ويندو آهي.

مندر کان هزار کن قدمن تي هڪ مٺي پاڻيءَ جو کوهه چاڙهين تي بنل هوندو هو، جنهن مان چاڙهين تان لهي، تيرٿ واسي دلا ڀريندا هئا. منهنجي مندر ڏسڻ وقت هڪ پيرسن ڪولهي، جنهن جي عمر ١٩٤٣ع ۾

٨٧ ورهيه هئي، ڳالهه تي ڪئي ته تقريباً ٥٠ ورهيه ڪن اڳي هو پاڻ انهيءَ ڪوهه مان چاڙهيون لهي وڃي پاڻي پريندو هو. هينئر اهو ڪوهه بلڪل ڦٽو پيو آهي. ڪوهه جي پرسان هڪ چبوترو پڻ ٺهيل آهي، جو اڃا تائين سالم حالت ۾ آهي. مندر جي ٻاهران الهندي طرف هڪ پڪين لاءِ تلهو ۽ هڪ مسافرخانو پڻ ٺهيل هئا، جي ڊهي ويا آهن. اٿين سمجهڻ ۾ اچي ٿو ته ڪوهه اندران شايد هڪ نالي به هئي، جا مندر تائين ويندي هئي ۽ پوڄارين جي پاڻ پوڄا لاءِ پاڻي مندر ۾ پهچايو ويندو هو.

گوڙيچا پارس ناٿ هڪ مشهور مهاتما گرو گوڙي ناٿ جو گرنار ۾ رهندو هو، تنهن جو چيلو چيو وڃي ٿو ۽ جين ڌرم وارن جو وڏو ديوتا (اوتار) چيو ويندو آهي. پارس ناٿ جي جنم ساکي به دلچسپيءَ کان خالي ناهي، جا ڪنهن وقت ناظرين ڪرام جي معلومات ۽ تفريح طبع لاءِ ڏني وينديءَ. هن وقت سڄي مندر تي طائرانه نظر ڪرڻ سان بي ساخته دل مان آواز ٿيندو ته:-

خدارا بقاؤ خدارا بقا
دگر هر چه بيني فنا در فنا

پورو ٿيو

هي ڪتاب **خيال خاطر**، انهن مضمونن جو مجموعو آهي جيڪي وقت بوقت **محمد اسماعيل عرساڻي** لکيا ۽ جن کي سهيڙي ڪتابي صورت ۾ آندو ويو آهي.

گهڻو ڪري سڀ مضمون انسان جي انهن جذبن سان وابسته آهن جي آدجڳاد کان موجود آهن ۽ موجود رهندا جهڙوڪ 'تقدير'، 'محبت'، 'صحت' وغيره. ۽ ايڪڙ ٻيڪڙ مضمون اهڙا آهن جي اسان جي سنڌ جي پس منظر ۾ لکيل آهن ۽ ڪنهن مخصوص ماڳ يا دؤر جي عڪاسي ڪن ٿا جهڙوڪ 'گوڙيءَ جا ڏهرا' وغيره.

عرساڻي پنهنجي دؤر کي جنهن نموني جيئري جاڳندي ڏٺو آهي، ٻڌو آهي ۽ گذاريو آهي، انهيءَ مشاهدي هيٺ پنهنجن اعليٰ ويچارن کي قلم هيٺ آندو اٿس. ڪو وقت هوندو هو جو مضمون نويسي جي صنف ڏاڍي مقبول هئي ۽ عرساڻي ثابت ڪري ڏيکاريو ته اها صنف وري به مقبول ٿي سگهي ٿي جيڪڏهن مضمونن کي اهڙي نئين دلچسپ ۽ سهڻي سلوڻي ٻوليءَ ۾ لکيو وڃي، جهڙيءَ طرح هن پاڻ هي مضمون لکيا آهن.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سِيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڪاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)